# قلندرم مستم

مرتب

انور ساگر
احمد خان سماگ

شهباز ميلا ڪميٽي، ڊسٽرڪٽ ڄام شورو

# قلندرم مستم

(حضرت لعل شهباز قلندر رح هڪ مطالعو)

نگران اعليٰ

**آغا سهيل احمد**

ڊپٽي ڪمشنر ۽ چيئرمين

شهباز ميلا ڪميٽي، ڄام شورو

نگران

**عطاءُالله شاهه بخاري**

سيڪريٽري شهباز ميلا ڪميٽي

۽ اسسٽنٽ ڪمشنر سيوهڻ

مرتب

**انور ساگر ڪانڌڙو**

**احمد خان سهاڳ**

**شهباز ميلا ڪميٽي**

**ضلعو ڄام شورو**

كتاب: قلندرم مستم

مرتب: انور ساگر ڪانڌڙو/احمد خان سهاڳ

پهريون ڇاپو: جولاءِ 2012

ڪمپوزنگ: سارنگ امداد/ محمد اقبال ابڙو

ڇپيندڙ: پيڪاڪ پرنٽرس ڪراچي 0300-2152634

ڇپائيندڙ: عطا الله شاهه بخاري

سيڪريٽري، شهباز ميلا ڪميٽي ڄامشورو

حضرت لعل شهباز قلندر رح جي 760 هين عرس مبارڪ جي موقعي تي چونڊ مضمونن، مقالن ۽ منظوم شاعري جو مرتب ڪيل ڪتاب

شهباز ميلا ڪميٽي

ضلعو ڄامشورو

2012

# فهرست

# چيئرمين شهباز ميلا ڪميٽي پاران

1961ع ۾ قائم ٿيل قلندر شهباز ميموريل ڪميٽي هاڻي شهباز ميلا ڪميٽي جي صورت ۾ هر سال حضرت قلندر لعل شهباز جي عرس جي پر وقار موقعي تي نه رڳو شاياِن شان طريقي سان ميلو منعقد ڪرائيندي آهي، پر هر سال شهباز سووينئر ۽ ڪتاب پڻ شايع ڪيو ويندو آهي، هن ڀيري به جڏهن حضرت قلندر لعل شهباز رح جو 760 هون عرس ملهائجي رهيو آهي، ان منور موقعي تي شهباز ميلا ڪميٽي طرفان هڪ ڪتاب قلندر مستم شايع ڪيو ويو آهي.

ان ڪان علاوه ميلي جي موقعي تي ايگريڪلچر جي نمائش، ملاکڙو، سگهڙن جي ڪچهري، ادبي ڪانفرنس ۽ ڪلچرل شو جهڙن عظيم الشان تقريبات پڻ ٿي رهيون آهن، مان هي سٽون لِکندي، اُهو سوچڻ تي مجبور آهيان ته مون لاءِ اُهو باعث مُسرت ۽ باعثِ افتخار آهي ته مان ٻهريون ڀيرو شهباز ميلا ڪميٽِي ۾ بطِور چيئرمين، سمورن انتظامن جي نگراني ڪري رهيو آهيان ان سلسلي ۾ مون سمورن انتظامن جو وقت بوقت جائزو پڻ ورتو آهي، ميلي جي سمورن اسمن کي ڪامياب بڻائڻ لاءِ شهباز ميلا ڪميٽي جي سيني ميمبرن نهايت اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. مان سندن ڪم ۽ ڪاوشن کي ساراهڻ کان سواءِ نه ٿو رهي سگهان، ڇو ته ڪنهن به ٽيم کان سواءِ ڪوبه ڪم مڪمل نه ٿي سگهندو آهي، پر هتي خاص طور تي شهباز ميلا ڪميٽي جي پبليڪيشن ڪميٽي پڻ جس لهڻو، جو هن ڪميٽيءَ ميلي جي موقعي کي سووينيئر ۽ هڪ ڪتاب شايع ڪيو آهي، پبليڪيشن ڪميٽي سامهون مون پنهنجي راءِ جو اظهار ڪندي چيو هو ته هن ڀيري قلندر لعل شهباز رح جي ميلي جي موقعي تي شايع ٿيندڙ ڪتاب ۾ نون ابرندڙ اديبن جا مقالا شامل ڪيا وڃن ته بهتر ٿيندو، ان سلسلي ۾ پبليڪيشن

ڪميٽي هن پيري اپرنڊز ليکڪن سان رابطي ۾ آئي ۽ قلندر لعل شهباز ؒ بابت آرٽيڪل هٿ ڪيا ويا. ان ڪوشش ۾ 100 فيصد نہ. تڏهن بہ 70 فيصد ڪامياب ويا آهيون. ان ڪان علاوه منهنجي خواهش هئي تہ لعل شهباز قلندر جو ميلو ڪيترن ئي سالن کان ٿي رهيو آهي ۽ ميلي جي موقعي تي ادبي ڪانفرنس/مشاعرو پڻ منعقد ڪيو ويندو آهي. ان ڪري ڪتاب ۾ منظوم پيتا وارو ڪلام پڻ شامل ڪيو وڃي تہ ان سان بہ قلندرانہ تعليمات کي فروغ ملندو. مان اميد ڪيان ٿو تہ مقالن ۽ شاعري تي مشتمل هي ڪتاب توهان کي ضرور پسند ايندو. جنهن ۾ قلندر لعل شهباز جي سوانح، تاريخ، امن پسندي، تصوف، قلندرانہ مستي جي پيغام ۽ بين موضوعن بابت جامع معلومات شامل ڪئي ويئي آهي.

توهان سڀ ڄاڻو ٿا تہ تصوف جي تاريخ ۾ ملامتي صوفين وڏو اهم مقام حاصل ڪيو آهي. ملامتي صوفين ۾ سيوهڻي شهباز حضرت لعل شهباز ؒ جو مقام سيني صوفين ۽ قلندرن ۾ اعليٰ ۽ اوچو آهي اهو قلندر لعل شهباز جو ڪرشمو آهي جو سيوهڻ شهر جي اوج ۽ عظمت ۾ ڏينهون ڏينهن اضافو ٿي رهيو آهي، چو تہ سندن مستي جي ميم مان محبت. مدد ۽ مجاهدي جا اعليٰ ۽ ارفع مفهوم ملي رهيا آهن. جيڪي صحيح عمل جا سرچشما آهن. ملامتي صوفي دنياداري کان پري رهي، پنهنجي نفس کي ماري۽ پنهنجي انا کي فنا ڪن ٿا. مان هتي وري اميد ڪيان ٿو قلندرانہ مقام کي سمجهڻ لاءِ سنڌ جا ماڻهو ضرور سنجيده ڪوششون ڪندا. ۽ درست نتيجا ڪڍڻ لاءِ ڪوشان رهندا. ان سان سرزمين سنڌ مان جهالت جي پاڙ پٽي سگهجي ٿي ۽ روحاني تعليمات وسيلي پنهنجي دل ۽ دماغ کي ترو تازه ڪري سگهجي ٿو ۽ پيرن فقيرن جي سونهاري سنڌڙي کي خوشحال ۽ شاداب بڻائي سگهجي ٿو. آمين.

**آغا سهيل احمد**
چيئرمين، شهباز ميلا ڪميٽي
۽ ڊپٽي ڪمشنر ڄام شورو

# مرتبن پاران

حضرت قلندر لعل شهباز ۽ سيوهڻ شهر سنڌ جي تاريخ ۾ نهايت اهم مقام ماڻي چڪا آهن. جيتوڻيڪ اجا سنڌ جي تاريخ تي ئي تمام گهٽ ڪم ٿيو آهي، تہ پوءِ قلندر لعل شهباز ؒ ۽ سيوهڻ شهر تي ڪيترو ڪم ٿيو هوندو، ان جو اندازو تہ توهان ڪي ٿي ويو هوندو. سيوهڻ بابت تہ رڳو سڪندر اعظم جي زماني جو ٿورو گهڻو مواد ملي سگهيو آهي، ان کان اڳ جو تہ ڪو پتو ئي پئجي نہ سگهيو آهي، ان ڪري سيوهڻ جي تاريخ تي لکندي، سنڌ جي تاريخ جو پڻ اجتماعي جائزو وٺڻو پوندو. مذڪوره ڳالهين کي سامهون رکندي، قلندر شهباز جي 760 هين عرس مبارڪ جي منور موقعي تي "شهباز ميلا ڪميٽي" جي "پبلشڪين ڪميٽي" پاران هن سال هڪ سووينيئر ۽ هڪ تحقيقي مقالن تي مشتمل ڪتاب ڇپائي پڌرو ڪرڻ جو اعلان ڪيو ويو. ڪتاب جو نالو قلندر لعل شهباز ؒ جي شاعري مان چونڊيو ويو آهي. قلندر لعل شهبازؒ جي تعليمات تي مشتمل ڪتاب جو نالو "قلندرم مستم" رکيو ويو آهي.

هن ڀيري بہ اسان ڪوشش ڪئي آهي تہ ڪتاب ۾ جيڪي مقالا شايع ڪيون، اهي اپرنڌڙ ليکڪن جا هجن ۽ مقالن ۾ قلندر لعل شهباز بابت نوان رخ توهان جي آڏو پيش ڪيون، جيئن قلندريات جي موضوع تي ڪم ڪندڙن کي نوان موقعا مهيا ٿي سگهن. هن ڪتاب جي شروع ۾ اسان نامور مورخ، محقق ۽ اديب محمد حسين ڪاشف جو لکيل مقالو بعنوان "تاريخ، امن پسندي ۽ سنڌ" شامل ڪيو آهي، هن مفصل مقالي ۾ سنڌ تاريخ جون ڪيترين ئي ڪاميابيون، ناڪاميون، امن پسندي ۽ ويڙهاند جون ڳالهيون نهايت باريڪ بيني سان لکيل آهن. اسان جي راءِ مطابق سنڌ جو نئون نسل ڀيو ڪو بہ ڪتاب نہ پڙهي فقط هي مقالو پڙهي ۽ ان تي غور ويچار ڪري، يقين ڄاڻو تہ هن مقالي مان سنڌ جي تاريخ بابت وڏي اهم معلومات ملي سگهي ٿي.

سيوهڻ جنهن جا پراڻا نالا سيوستان، سنديمان، شوِ واهڻ ۽ سيوهڻ

پڻ آهن، ان شهر جي بيهڪ ڪيڏي نہ وڻندڙ آهي. هر لحاظ کان هي شهر ماڻهن جي توجہ جو مرڪز رهيو آهي. تاريخ مان معلوم ٿئي ٿو تہ سيوهڻ، اروڙ ۽ نٽي شهر تي فاتحن وڏا حملا ڪيا آهن. تاريخن ۾ درج ٿيل آهي تہ سڪندر اعظم تي سنڌي جي ميدن سيوهڻ واري پرڳڻي ۾ حملو ڪيو هو ۽ سڪندر اعظم کي هڪ دلير ميد زهر مان ٻوڙي ڪُڪِ ۾ هڪ تير هنيو هو، پوءِ سڪندر اعظم سنت ٿي مصر ۾ وفات ڪري ويو هو. سيوهڻ وارو قلعو جنهن جو پراڻو نالو سهوان يا ڪافر قلعو ٻڌڻ ۾ اچي ٿو، ان قلعي جي کوٽائي مان بہ سيوهڻ جي قدامت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. هن ڪتاب ۾ نامور اديب ۽ ڊرامہ نگار محمد عثمان ميمڻ جو آرٽيڪل بعنوان "سيوهڻ قلعي جي کوٽائي" شامل ڪيو ويو آهي. مقالي ۾ اهو سمورو مواد شامل ڪيو ويو آهي، جيڪو کوٽائي بعد ماهرن پاران لکت ۾ ڏنو ويو آهي. عثمان ميمڻ وڏي محنت سان اهو مواد گڏ ڪري ۽ ان مواد تي تحقيقي انداز ۾ هڪ مقالو تيار ڪيو آهي ۽ ڪٿي ڪٿي ماهرن جي راءِ مان استفادو حاصل ڪندي. پنهنجي بہ راءِ ڏني اٿس. هن ڪتاب ۾ اردو جي مشهور ڪتاب "صوفيانہ تحرڪين" جو هڪ باب پڻ شامل ڪيو ويو آهي، ان هڪ باب جو عنوان آهي، "قلندري سلسلو ۽ شهباز قلندر رحہ" هن مقالي جو ليکڪ ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ۽ هن مقالي جو سنڌي ترجمو نوجوان محقق ڊاڪٽر مخمور بخاري ڪيو آهي. ڊاڪٽر مخمور بخاري اڄڪلهہ وڏي محنت سان حضرت سچل جي سوانح تي ڪم ڪري رهيو آهي، اسان سندن ٿورائتا آهيون جو رابطو ڪرڻ تي پاڻ مثبت موٽ ڏيندي، پنهنجي مذڪوره مقالي کي سنواري سڌاري اسان کي پيش ڪيو آهي. ان کان اڳ مذڪوره مقالو ڪينجهر رسالي ۾ شايع ٿي چڪو آهي پر ڊاڪٽر مخمور بخاريءَ هن مقالي کي ڪجهہ مختصر ڪيو آهي ۽ جيڪي ڳالهيون هن مقالي ۾ اڳ ضروري ۽ هاڻي غير ضروري آهن، انهن کي مقالي مان خارج ڪيو ويو آهي. ان حوالي سان هاڻي هي مقالو پڻ پڙهندڙن لاءِ نوان رخ ضرور پيش ڪندو. مقالي ۾ قلندري سلسلي بابت جامع معلومات مهيا ڪئي ويئي آهي. ڪتاب ۾ نامور محقق محمد پنهل ڏهر جو مقالو پڻ شامل ڪيو آهي مقالي جو عنوان آهي، قلندر لعل شهبازؒ جي ملتان آمد ۽ سندس دوست ۽ ملتان جي دربار تي اثر. هن مقالي

۾ قلندر لعل شهبازؒ جي ملتان ۾ آمد جو سال ۽ عرصو بحث هيٺ آيو آهي. هن مقالي ۾ پڻ وڏي محنت سان قلندر لعل شهباز جي سوانح حيات مرتب ڪئي ويئي آهي، ان ڪان پوءِ ڪتاب ۾ نوجوان اديب، پروفيسر علي اصغر اوني جا ٻه مضمون پڻ شامل ڪيا ويا آهن، جن جا عنوان آهن: (1) حضرت قلندر لعل شهباز بحيثيت هڪ عالم (2) حضرت لعل شهبازؒ جي تعليم جو سنڌ وارن تي اثر. مذڪوره مضمونن ۾ نوجوان اديب پروفيسر علي اصغر اوني نه رڳو قديم ڪتابن مان استفادو حاصل ڪيو آهي، پر قلندر لعل شهبازؒ بابت شايع ٿيندڙ سيني نون ڪتابن ڪي پڙهيو اٿس، اسان جي راءِ مطابق مذڪوره مضمونن پڙهڻ ڪان پوءِ قلندريات جي سلسلي ۾ سٺي معلومات مهيا ٿي سگهي ٿي. ان ڪان پوءِ ڪتاب ۾ سنڌ جي 35 ناميارن شاعرن جي منظوم پيتا واري شاعري شامل ڪئي وئي آهي، اردو واري حصي ۾ مرزا ڪاظم بيگ جو نئون مضمون بعنوان"سنده ڪا شهباز" شامل ڪيو ويو آهي. ان ڪان علاوه انگريزي ۾ ٻه مضمون شامل ڪيا ويا آهن. هڪ مضمون جيڪو رحيم ڏني مهر صاحب لکيو آهي جنهن جو عنوان آهي: "Hazcrat Lal Shahbaz Qalandar and his poetry" ٻيو مضمون جيڪو سيڪريٽري شهباز ميلا ڪميٽي جناب عطاءُالله شاهه بخاري ۽ طارق امام جوڻيجو لکيو آهي جنهن جو عنوان آهي "Sehwan During British Period" آخر ۾ عرض ڪندا هلون ته اسان ڪوشش ڪئي آهي تهحضرت قلندر لعل شهبازرِ سيوهڻ ۽ سنڌ جي تاريخ بابت توهان کي تحقيقي مواد مهيا ڪري سگهون. تنهن هوندي به ڪنهن نقطي يا موضوع بابت ڪا ڪمي ڪوتاهي ٿي هجي ته خط لکي اسان کي آگاهه ڪندا ته اسان توهان جا بيحد شڪرگذار رهنداسين.

انور ساگر ڪانڌڙو (ليڪچرر)
گورنمينٽ بوائز ڊگري ڪاليج
قاسم آباد، حيدرآباد
0300-3091683

احمد خان سهاڳ
گورنمينٽ هاءِ اسڪول، غريب آباد
0300-3250730

# تاريخ، امن پسندي ۽ سنڌ

محمد حسين ڪاشِف

تاريخ هڪ اهڙو عمل ۽ قوت آهي جنهن مان دنيا جي هر قوم گذري آهي ۽ گذري پئي. قومن جي ماضي، حال ۽ مستقبل جو سڄو مدار تاريخي حقايت تي آهي، تاريخي معروضات ۽ محرڪات کان ڪابہ قوم انحراف ڪري نٿي سگهي. ڇاڪاڻ تہ تاريخ جي سگهہ ئي هن جي وجود جو دليل آهي، جڏهين بہ جنهن قوم تاريخ کان منهن موڙيو آهي، اها پنهنجي وجود کي قائم رکي نہ سگهي آهي. قوم جي نسبت ۽ ان جو وجود ذرتي سان آهي، ذرتي جون طبعي حالتون ۽ پيداواري وسيلا قومن جي مزاج کي تعمير ڪن ٿا. جيڪو ڪلچر ۽ ثقافت جي صورت ۾ وجود وٺي ٿو ۽ قوم جي تشخص کي نمايان ڪري ٿو. قومن جي تشخص جي برقراري ۾ انهي قوم جي، فڪري قوت ۽ قومي فلاسافي وڏي اهميت رکي ٿي. جيڪا قوم جي مزاج ۽ ان جي عقلي مايہ مان وجود وٺي قوم کي ارتقا جي ميدان ۾ سوڀارو ڪري ٿي، تاريخ جو اهو عنصر قومن جي وجود جي بقاءَ جي فلسفي ۾ نهايت وڏي پد وارو آهي، انجو احساس ۽ ان کان آگاهي ۽ ان جي پرورش قومن جي زندگي جي علامت آهي، ان جي برعڪس ان احساس کان محروميت ۽ بي حسي جو مظاهرو قومن جي زوال جو سبب بڻيو آهي، پوءِ اها قوم دنيا جي ڪهڙي بہ خطي ۾ هجي، متمدن هجي يا غير متمدن، ان ۾ تاريخ جي قوت ترقي ۽ تباهي جي سلسلي ۾ ڪنهن جو لحاظ نٿي ڪري:

تاريخ خالي بادشاهن ۽ حاڪمن جي فتوحات انهن جي جنگي جُنون، انهن جي ملڪي چڙهاين، ٻين قومن کي ماري مات ڪرڻ، فاتح جي حيثيت سان قومن کيٰ سلامي ڀرائڻ، ڏن حاصل ڪرڻ، انهن کي غلام رکڻ، انهن جي

معاشيات کي تباهہ ڪرڻ، انهن جي زبان ۽ ڪلچرکي تباه ڪرڻ، پنهنجي زبان ۽ ڪلچر کي انهن تي مڙهڻ جو نالو نہ آهي، اها تہ هڪ قسم جي دهشت گردي ۽ غاضبانہ عمل آهي، پوءِ اهو عمل ڪير بہ ڪري. اهو تاريخ جو حصو نہ آهي، اهڙن نتيجن کي قومن لاءِ جيڪڏهن سعادت ۽ نعمت تصور ڪيو وڃي، ۽ انهن حاڪن کي ظلِ الاهي ۽ ظلِ سبحاني ڪوٺيو وڃي تہ اها هر انهي قوم سان زيادتي ٿيندي، جنهن جي پنهنجي ڌرتي جو هڪ دائرو، زبان ۽ ڪلچر آهي. بلڪہ ان قسم جي سوچ غلامانہ ذهنيت جو مظاهرو آهي، پوءِ اهو مظاهرو اسان مان ڪير بہ ڪري، جنهن کي ڪنهن بہ حالت ۾ ۽ ڪنهن بہ آئيڊيالوجي جي نسبت سان مستحسن نٿو چئي سگهجي. پوءِ عمل يونانين سرانجام ڏنو هجي يا عربن:

تاريخ هڪ ميزان آهي، جنهن ۾ قومن جي اُوسر انهن جي تمدن ۽ ڪلچر جي روين، زبان جي وسعت، پيداواري وسيلن، بچاءُ جي هٿيارن ۽ فڪري لاڙن مان ان جي مزاج ۽ تشخص جو اندازو ڪري سگهجي ٿو، تاريخ ڪو روحانيت ۽ عينيت جو فلسفو نہ آهي. جنهنجو تعلق القاءُ وجدان سان هجي، بلڪہ تاريخ هڪ زنده حقيقت ۽ قومن جو پنهنجي ڌرتي تي مادي وسيلن جو عمل آهي، جنهن جي تاجي ۾ هي قوم اُسرندي رهندي، وڌي ويجهي پنهنجو وجود متعين ڪري ٿي ۽ اڳتي وڌڻ لاءِ هٿ پير هڻي ٿي.

دنيا جي اندر فڪر ۽ فلسفي جو وجود مختلف نظامن جو وجود نہ الهامي آهي ۽ نہ وري آفاقي بلڪہ اهي تاريخ جي عمل ۽ انسان جي شعوري ارتقا جي پيداوار آهن. جيئن جيئن انسان هن ڌرتي تي پنهنجي تجربي ۽ مشاهدي ۾ اڳيرو ٿيندو ويو، تيئن تيئن زندگي جي گهارڻ جي ڍنگ ۾ تبديلي پيدا ڪندو ويو ، ۽ نون فڪري لاڙن کي وجود ڏيندو ويو، جن جي معروضات جي بنياد تي سندس سماجي ترقي ۾ واڌ ٿيندي ويئي.

دنيا جي هر قوم سان ارتقا جو قانون لاڳو رهيو آهي، پوءِ اها يورپ جي هجي يا براعظم آمريڪا جي، وچ مشرق جي هجي يا واديءَ سنڌ جي هر قوم کي ان مان گذرڻو پيو آهي، جڏهن کان انسان پٿر جي جديد دؤر کي خير باد ڪري زراعتي دؤر ۾ قدم رکيو، تڏهين کان ان جي ارتقا جي رفتار تيز

ٿيندي ويئي، جنهن ۾ هن بينڪون قائم ڪيون وسندين جو بنياد وڌو جنهن ڪري دريائن جا ڪنارا ۽ واديون سندس مستقل رهائش جا هنڌ ٿيندا ويا. انهي ارتقائي دؤر ۾ دنيا جون ڪي قومون اڳتي ويون تہ ڪي پوئتي رهجي ويون، جيڪي قومون انهي سفر ۾ پوئتي رهجي ويون ، انهن جي مٿان غلامي جي ديو پنهنجو واسو ڪيو، ۽ هو ان جي خوني چنبن ۾ قابو رهيون، انهي سڄي مانڊاڻ ۾ ۽ ماجرا ۾ قومن جي فڪري ارتقا کي نظر انداز ڪري نٿو سگهجي. ڇاڪاڻ تہ فڪري عنصر قومن جي تشخص جي ٺاهہ جوڙ ۾ هڪ اهڙو عمل رهيو آهي، جيڪو قومن جي ذهني واڌاري ۽ عملي صلاحيت جو بنيادي ڪارڻ آهي. جنهن جي بنياد تي قومون اڳتي وڌي يا پوئتي رهجي سگهيون آهن. جڏهين بہ ڪنهن قوم جي تاريخ تي نظروڌي وڃي ٿي تہ ان ۾ ان جي فڪري معيار ۽ ان جي محرڪات کي نظر ۾ رکڻ ضروري آهي، ڇاڪاڻ تہ قوم جي وجود جي تشڪيل ۾ انهن سببن جو وڏو هٿ هوندو آهي، انهي ڪليہ کي نظر انداز ڪرڻ سان ڪنهن بہ قوم جي اوسر ۽ ارتقا جي ڪا ڪٿ ڪَتي نہ سگهبي ۽ نہ وري انجو تشخص متعين ٿي سگهندو قومن جي اندر ڪيترا عقيدا، ڪيترا فلسفا، ادبي رويا ڪيتريون روايتون انهي فڪري اَوسر جو نتيجو ۽ يادگار آهن. جن تاريخ جي بدلجندڙ حالتن سان گڏ نيون صورتون پئي اختيار ڪيون آهن. جنهن ۾ قانون ۽ انصاف جا ماڻ بدلبا رهيا آهن معاشي فڪر ۽ نظام ۾ بدلبا رهيا آهن.

هن هيڏي ساري تمهيد مان سواءِ هن جي هن جو ٻيو مقصد نہ آهي، تہ واديءَ سنڌ جي تاريخ جنهن جي قديم اوج جو زمانو مهين جو دڙو، هڙپا، مهر ڳڙهہ يا سنڌو ۽ هاڪڙا ندي جي ڪنارن تي وسندڙ شهرن ۽ وسندين ۾ نظر اچي ٿو. جيڪو انهي ڳالهہ جو دليل آهي تہ واديءَ سنڌ جو ماڻهو تمام آڳاٽو ارتقا جي چاڙهين تي چڙهيل هو، جنهن جو ثبوت ان دؤر جا اهي تاريخي آثار ۽ ان جي باقيات آهن، جيڪي انهن جي سڀيتا جي سهڻ ۾ سونهي جي حيثيت رکن ٿا، ۽ ان دؤر جي ماڻهوءَ جي سماجي ۽ فڪري روين کي اجاگر ۽ متعين ڪن ٿا.

تاريخي تسلسل جي بنياد تي، اسان جڏهين ان دؤر جي ترقي،

سماجي جوڙجڪ ۽ سماجي شعور ڪي اقوام عالم جي تناظر ۾ ڏسون ٿا تہ اهو اسانکي نهايت ئي متاهون منفرد ۽ وڏي پد وارو نظر اچي ٿو. ليڪن تاريخ ۾ انهي ساڳئي حيثيت سان جيڪا زندگي جي قدرن جي تقاضا آهي، انهي جي نسبت سان اهو اڳتي وڌيل نظر نتو اچي. تاريخ ۾ هڪ وڏي قدم جي نشاندهي بعد هن جا پير جميل نظر نتا اچن سواءِ قدمن جي نشانن جي جيڪي انهي راهرو جي راهہ جو ڏس پتو ڏين ٿا. ان جي مقابلي ۾ هڪ وڏي وٿي بعد دنيا جي بين حصن جو تمدن نهايت درخشان نموني ۾ ابري ٿو. اهو تباہ بہ ٿئي ٿو پر وري بہ ڪر کڻي اڳتي وڌي ٿو ۽ دنيا جي فڪري لاڙن کي متاثر ڪري ٿو. ليڪن ان جي مقابلي ۾ واديءِ سنڌ جو تمدن جنهن جا اثر اسانکي واديءِ فرات ۽ دنيا جي بين ڪن حصن کي متاثر ڪندا نظر اچن ٿا. ان جو پنهنجي تمدن جو تشخص اڳتي وڌندو نظر نتو اچي. اها سيبتا جنهن دنيا جي تاريخي ڌاري کي متاثر ڪيو ۽ موڙ ڏنو. اهو پنهنجي ارتقائي سفر کي انهي صورتحال سان جاري رکي نہ سگهيو. تاريخ جي فلاسافي ۽ نظريہ مطابق اهو هڪ نهايت اهم سوال آهي ۽ غور طلب مسئلو آهي. تہ ايئن چو؟ ۽ ڇا لاءِ؟ ڇا واديءِ سنڌ جي قوم ارتقا جي قانون جو سات نہ ڏيئي سگهي؟ استقباءُ الارض جي قانون کان وانجهي ٿي ويئي؟ يا جهد البقاءُ جي فطري روين کي پنهنجو بنائي نہ سگهي، جو هو اڳتي وڌي سگهي؟ يا هن تي ڪي غاصب قوتون مسلط ٿيون جن هن جي ارتقائي محرڪات کي سلب ڪري ڇڏيو. يا هن جي ڪلچر جي روين ۽ زبان کي بيداري سان ختم ڪري ڇڏيو جو هو گونگي ٻوڙي ٿي ويئي؟ ذهني صلاحيتن کي اجاگر ڪرڻ لاءِ فڪري طور ڪا فلاسافي آئڊيالوجي نہ هئي؟ يا هن جي عقليت کي ڪو فروغ نہ مليو. باقي قانون تجديد زمان ۽ مڪان جي نسبت سان سمجهڻ ۽ ان مان ان وقت پٽاندر نتيجن ڪڍڻ جي هو صلاحيت ختم ڪري چڪي هئي. جو اڳتي پهلو بدلائي نہ سگهي. ۽ انهي هڪ منزل تي پهچي ڪري ويهي رهي؟ يا دنيا جي بين قومن کان ارتقائي سفر ۾ اڳتي نڪري وڃڻ بعد تساهل جو شڪار ٿي ويئي؟ وغيره اهي ۽ ڪئين بيا اهڙا سوال واديءِ سنڌ جي تاريخي مطالعي بعد ذهن ۾ پيدا ٿين ٿا. آئون سمجهان ٿو تہ تاريخ جي ارتقا جي

قانون پٽاندر انهن سوالن جو ذهن ۾ اچڻ لازمي آهي. پوءِ اسان ان سلسلي ۾ ڪجهه سوچيون يا نه اها ٻي ڳالهه آهي.

تهذيب ۽ تمدد جي انهي معراج جو ذڪر نهايت فخر سان ڪيو ويجي ٿو ۽ ڪرڻ به گهرجي، ڇو ته تهذيب جي لحاظ کان جنهن وقت دنيا اونداهي جي غار ۾ هئي ان وقت واديءَ سنڌ سيپتا جي علامت بڻيل هئي . تاريخ ۾ انهي دؤر جي تهذيب جي تباهي جا مختلف ڪارڻ بيان ڪيا وڃن ٿا. ليڪن يقيني طور تي تاريخدان ڪنهن به هڪ نڪتي تي متفق نه آهن ته هن هيڏي ساري سيپتا جي سڦلتا جا گل پنهنجي مهڪ ۽ خوشبوءِ کي بجاءِ خاڪ ۾ واسجي وڃڻ جي ڪو ساپيان ثمر پيدا ڪري نه سگهيا. ان جي عملي ۽ فڪري پسپائي ڇو ٿي؟ ان تي غور ڪرڻ سان اسان جي تاريخ جا صفحا مضبوط دليلن کان خالي نظر اچن ٿا. سچي ڳالهه قياس تي معلوم ٿئي ٿي، جا ڳالهه اڃا تائين سمجهه ۾ اچي نه سگهي آهي، ماضي جي شان شوڪت کي بيان ته ڪيو ويجي ٿو. پر ان جي انهي شان جو ارتقائي سلسلو جيڪو اڳتي هلي نه سگهيو، ان جي ڪارڻ جو وتن ڪو مثبت جواب نه آهي جيڪو انهن حقيقتن کي چٽو ڪري بيهاري. ان جو بنيادي سبب اهو رهيو آهي ته تاريخ کي هڪ روايتي فارم ۾ بيان ڪيو وڃي ٿو ۽ تاريخي سائنس جي علم جي صورت سان جائزي جي ڪوشش تمام گهٽ ڪيل هوندي آهي، سنڌ جي تاريخ سان اهو وڏو وٿاهه آهي، هيڏا سارا ادارا آهن پر جڏهين انهن جي ڪيل ڪم تي نظر ٿي ڪجي ته تعجب ٿو ٿئي ته ڇا سنڌ جي تاريخ صرف اهي واقعاتي ڳالهيون آهن، جن کي بيان ڪيو وڃي ٿو. اهي به ڇڳيون پر انهن مان موجوده دؤر جي ماڻهوءَ کي ذهني ۽ فڪري طور پلئه ڇاٿو پوي بنيادي جواز اها سوچڻ جي ڳالهه آهي:

تاريخي اهميت جي حوالي سان اهو نهايت فخر سان پيش ڪيو ويندو آهي، ته مهين جي دڙي مان ڪوبه اهڙو نندو يا وڏو جنگي هٿيار نه مليو آهي جيڪو اهو ثابت ڪري ته هي قوم جنگجو هئي. ان بنياد تي اهو دليل قائم ڪيو وڃي ٿو ته واديءَ سنڌجي قوم "امن پسند" هئي. امن پسند هئڻ جو ڪليه منطقي طور نهايت اهم آهي جيڪو واضح ڪري ٿو ته واديءَ سنڌ

جي قوم جارح نہ هئي، جنگجو نہ هئي، هن جي فطرت ۾ جارحانہ ڪرائم نہ هئا. اتي سوال ٿو پيدا ٿئي تہ ڇا بچاءُ جا هٿيار صرف جارحانہ ڪرائم جو اظهار آهن. حالانڪ ائين نہ آهي. ساڳئي وقت تي اتي انهن جي دفائي حيثيت پڻ آهي، جيڪي ٻاهرئين جارحانہ عمل کي روڪڻ ۾ مددگار ثابت ٿين ٿا. معنيٰ تہ بچاءُ جا اوزار جتي امن پسندي ۾ ڪم اچن ٿا اتي اهي مدافعت جو پڻ ذريعو آهن. اها ڳالهہ واديءَ سنڌ جي ماڻهوءَ جي نفسيات ۽ ذهني شعور ڏانهن ڌيان ڇڪائي ٿي. ان کي ڪهڙي نڪتي سان تعبير ڪجي، ان جو جواب اڄ تائين اسانجا تاريخدان مؤثر نموني ۾ ڏيئي نہ سگهيا آهن، جنهن جي معروضات جي بنياد تي وڏي اهميت آهي. امن پسندي جي خيال کان ٻي ڳالهہ واضح ٿئي ٿي "سماجي انصاف جي" اتي اهو ويچار قائم ٿو ٿئي تہ سماج لاءِ امن پسندي جا قدر وڏيڪ آهن يا سماجي انصاف جا، غور ڪبو تہ ٻئي لازم ملزوم آهن. سماجي انصاف هڪ اهڙو عمل آهي. جيڪو امن لاءِ ڪارائتو آهي ۽ اهم جُز آهي، ليڪن ان ۾ بچاءُ جي اوزارن کي نظر انداز ڪري نٿو سگهجي. جيڪي سماجي استحڪام جي علامت آهن. قومن جي بقاءُ جي فلسفي ۾ بچاءُ جي هٿيارن کي اهميت رهي آهي. بچاءُ جا اوزار ڪو خالي جنگجويانہ ذهنيت جا غماز نہ آهن. پر ساڳئي وقت تي اهي انهي قوم جي سماجي عدل جي قوت جي پاسداري جي بہ علامت آهن، قوم جي زندگي، ولولي ۽ امنگ جو مظهر آهن، مهين جي دڙي مان بچاءُ جي هٿيارن جو نہ ملڻ انهي ڳالهہ جو دليل آهي، تہ واديءَ سنڌ جي ماڻهوءَ جو ارتقا اتي رڪجي ويل ٿو ڏسجي. ۽ هن جي سوچ جي مانار هن جي نفسيات کي تحرڪ ۾ نٿي آڻي، ۽ تحرڪ جو نہ هئڻ قوم جي دائمي بقاءُ جي عنصر کي ختم ٿو ڪري. ۽ هو ڪنهن بہ ٻاهرين يلغار جي مدافعت کان وانجهي ٿي وڃي. ۽ ائين پنهنجو وجود وڃائي ويهي ٿي. مهين جي دڙي يا واديءَ سنڌ جي تهذيب واري انهي دؤر سان اهڙو سانحو پيش آيل ٿو ڏسجي، جنهن سبب هن وادي جي قوم پنهنجي انهي سفر کي تاريخ ۾ جاري رکي نہ سگهي.

واديءَ سنڌ جي تهذيب ۾ "امن پسند" قوم جو تصور هڪ ڊگهي عرصي کان قائم آهي. سنڌي قوم کي هميشہ اها ٻولي ملندي رهي آهي.

جنهن هن قوم جي ارتقائي قوت ۽ سوچ کي سلب ڪري ڇڏيو. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو قوم زراعتي دؤر کان اڳتي وڌي نہ سگهي ۽ هن ۾ ڪو فڪر ۽ فلسفو وڌي نہ سگهيو. جيڪو سماجي انصاف جي قدرن کي اڳتي وڌائي سگهي ها. ۽ حق جي حصول لاءِ شعور راسخ هجي ها.

تاريخ ۾ حق ۽ انجو حصول وڏي اهميت رکي ٿو. حق تلخي تي ڪابہ قوم خاموش نہ رهندي، ۽ حق جي حصول لاءِ ضرور ڪوشان رهندي، تہ مون کي پنهنجي ڌرتي پنهنجو حق گهرجي. حق جي حاصلات لاءِ ويڙهاند بہ ٿيندي آهي. جنگيون بہ ٿينديون آهن، صرف امن پسندي جو سنبل پاڻ کي قرار ڏيئي ڪابہ قوم غلامي جو طوق پنهنجي ڳچيءَ ۾ وجهندي؟ پر هو اهو امن چاهيندي، جيڪو سماجي انصاف جو ضامن هجي، باقي اهو امن جنهن ۾ حق غضب ٿين اهو غلامي جي برابر آهي. خبر نہ آهي تہ امن جي تصور کي اسان جا تاريخدان ڪهڙي فارم سان تعبير ڪن ٿا. جنهن ۾ هڪ نهايت ڏکهي عرصي جي زبان پنهنجو ڪلچر، پنهنجا پيداواري وسيلا هوندي بہ در درد جا ٺاپا کائيندو رهيو. ڏن ڀريندو رهيو. سندس پگهرجي پورهئي تي ڪيئن ڌاريا حاڪم عياشيون ڪندا رهيا. تاريخ ۾ سواءِ مهين جي دڙي واري دؤر، راءِ گهراڻي جي دؤر ۽ سمن جي دؤر کان سواءِ سنڌ جي تاريخ ۾ اونده انڌهڪار نظر اچي ٿي ۽ اسان انهي سماجي ناانصافي، ظلم، بربريت کي داد ڏيندا رهون ٿا تہ هي مرزا عيسيٰ خان جو مقبرو تاريخي يادگار آهي، ترخانن ۽ ارغونن جا مقبرا تاريخ جو نشان آهن، ميان يار محمد ۽ نور محمد ڪلهوڙو جي باقيات اسان جو قومي سرمايو آهن. ڇا اهي حاڪم اهي فرد جن سنڌي قوم کي يرغمال بنايو، هنن جو خون ناحق وهيو، هنن جي پگهرجي پورهئي کي ڏن ۽ ڏنڊ ۾ استعمال ڪيو. ڌارين کان سنڌ کي ڦرايو، اهي تاريخ ۾ ڪهڙي داد و تحسين جا حقدار آهن. جن جي پنهنجي عيارين سبب سنڌ جي وادي تباه ٿيندي رهي.

واديءِ سنڌ تي پهريون وار "آرين" ڪيو جن سان واديءَ سنڌ جي اصلي رهاڪن مهاڏو اٽڪايو. جن ۾ جنهن هنڌ اصلي قوم جي طاقت مضبوط نہ هئي. اهي هنڌ آرين جي غبلي هيٺ اچي ويا. ۽ جن هنڌن تي

واديءَ سنڌ جي اصلي قوم طاقتور هئي اتي آرين کي شڪستون نصيب ٿيون. وڙهاند جو اهو سلسلو ڪو وقت هلندو رهيو جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو وينل ۽ آيل قوم مان ڪابہ قوم تاريخي عمل ۾ قوت جي بنياد تي پنهنجا اصلي تشخص برقرار رکي نہ سگهي، بجاءِ ان جي هڪ ٻئي جي ڪلچر کي قبول ڪيو ويو. آريا زراعت ۽ وسنديون آباد ڪري رهڻ جي عمل کان عاري هئا. جڏهين تہ اصلي قوم وٽ اهي ٻئي عنصر موجود هئا ۽ انهن وٽ پنهنجي سماجي اڏاوت جو هڪ نظام هو. انجو تاريخي طور اهو نتيجو نڪتو جو آرين اصلي ماڻهن جي ڪيترين رسمن کي قبول ڪيو ۽ انهن جي ديوين ۽ ديوتائن کي عقيدي طور قبول ڪيو زراعت جي حملن ۽ وسندين جي طريقي سبب هتي ئي آباد ٿي ويا. ۽ اصلي قوم جو تشخص مٿن غالب ٿيڻجي ويو ايئن تاريخ جو نئون دؤر شروع ٿيو. آرين بعد سنٿين. پارٿين ۽ يونانين مختلف دورن ۾ ڪاهون ڪيون. جنهن بعد هتان جي مقامي تمدن کي ڪجهہ وقت اسرڻ جو موقعو مليو. جنهن بعد موريا گهراڻي جي راجا چندر گپت ۽ راجا اشوڪ جي ڪاهن جو پتو پوي ٿو. جنهن ۾ هن وادي تي ٻڌ مت جو اثر غالب نظر اچي ٿو."راجا اشوڪ" پنهنجي راجداني ۾ وڏا ٿنبا نهرائي، انهن تي پالي زبان ۾ ٻڌ مت جي اصولن کي اڪر ڪرائي پڌرو ڪيو. جنهن بعد هي وادي مختلف حصن ۾ تقسيم ٿيل نظر اچي ٿي، ۽ افغانستان جو هينيون حصو ۽ اوپر ايران شامل نظر اچي ٿو، جنهن ۾ قديم سنڌ جو حصو هڪ حڪومت جي سلسلي ۾ ملي ٿو. جنهن کي بعد ۾ برهمڻي فڪر جي يلغار سان منهن ڏيڻو پيو راءِ گهراڻو جيڪو ٻوڌي فڪر جو پيرو هو ان کي پسپائي نصيب ٿي. برهمڻ گهراڻي.راءِ گهراڻي سان جيڪو نج سنڌي قوميت رکندڙ هو ۽ سمہ نسل جو جد امجد هو. انهي ان قوم سان نهايت وڏيون تعديون ۽ عقوبتون ڪيون. جن سان تاريخ جا صفحا ڀريا پيا آهن. برهمڻي فڪر کي عربن جي ڪاهن زوال پڌرو ڪيو. عربن جي دؤر بعد نج سنڌي سماج ۾ اسان کي سومرن جو دؤر نظر اچي ٿو. جنهن ۾ سومرن ۾ خلجي افغانن جي ڪاهہ جنهن ۾ دودو سومرو شهيد ٿيو ۽ سمن جي دؤر ۾ فيروز شاهہ تغلق ۽ شاهہ بيگ ارغون جي سفاڪانہ حملن ۽ سنڌ جي تباهي جو نظارو نظر اچي ٿو جنهن ۾

مخدوم بلاول کي شهيد ڪيو ويو. سمن جي زوال بعد سنڌ تي ترخان ۽ ارغون دؤر مسلط ٿيو. جنهن بعد نج سنڌي قوم ڪلهوڙا جي اقتدار جو طبل وڳو جيتوڻيڪ ڪلهوڙن پاڻ کي عباسي چيو پر هو پنهنجي شجري کي عرب لڳ سان ثابت ڪرڻ ۾ ناڪام رهيا. جيڪو مسئلو اڄ تائين تحقيق طلب آهي. جيڪڏهين ڪلهوڙا عباسي آهن ته پوءِ ترخانن ۽ ڪلهوڙن جي حيثيت هڪ جهڙي آهي ۽ پوءِ يار محمد ۽ ميان نور محمد جي دؤر کي سنڌ جو سونهري دؤر نٿو چئي سگهجي پر پنهنجي اقتدار اعليٰ جي مضبوط لاءِ جتن ڪرڻ هو. نه ڪي سنڌ جي خدمت. اقتدار جي مضبوطي لاءِ شاه عنايت کي شهيد ڪيو ويو. ترخانن، ارغونن ۽ ڪلهوڙن جو دؤر مغلن ۽ افغانن جي سايہ عاطفت هيٺ رهيو. ڪلهوڙن جي ناعاقبت انديشي سبب سنڌ سان نادر شاهہ احمد شاهہ دراني، مدد خان پٺاڻ جي صورت ۾ جيڪي وهيو واپريو اهو بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي. مغل صوبيدارين ته سنڌ سان جيڪو هاڃو ڪيو اهو تاريخ جو نہ وسرڻ جهڙو باب آهي.

سومرن ۽ سمن جي دؤر ۾ قبائلي نظام نظر اچي ٿو. جنهن ۾ مختلف قومن جون يا انهن جي ئي قوم جون ننڍيون، ننڍيون رياستون مليون، جن ۾ نڪرن ۽ سوڍن جي رياستن جو پڻ پتو پوي ٿو. پاڻ ۾ مائٽين ۽ ڳوڙهي تعلقات جو بہ اثر ملي ٿو. ۽ رعايت يافتہ طبقي جو ڪو وجود نظر نٿو اچي، ليڪن انهي سڄي ماحول کي مغلن جي اقتدار اعليٰ خراب ڪيو. جيڪو اڪبر ۽ ان کان پوءِ جي حاڪمن جي دؤر جيئن پوءِ تيئن رعايت يافتہ طبقو وڌندو ويو. جنهن جو عروج ترخان ۽ ڪلهوڙا دؤر ۾ ملي ٿو. جنهن ۾ هر شي ٽيڪي تي هئي، جنهن ۾ جاگيرداري نظام زور وٺندو ويو. انهي ڏيکت سيکت مقامي قوتن جو بہ وات پاٽي ڪري وڌو ۽ ڪيئن قوم ويڪائو ٻاهرين سان ٻٽ ٿي ويا. قوم کي پيڙهڻ ۽ ان جي غلامي جي زنجيرن کي پختي ڪرڻ ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏيائون. ان وقت جي معاشي ۽ پنگتي حالتن کي ڏسجي ٿو تہ حيرت ٿي ٿئي، تہ هيڏي ساري ڏاڍائي ۽ ظلم جي باوجود هن قوم پنهنجي وجود جي بقاء جي جنگ زندگي جي مختلف محاذن تي پئي وڙهي آهي ۽ پنهنجي ڪلچر جي روبن ۽ تهذيبي عنصرن کي ڏکي سکي

حالت ۾ برقرار پئي رکيو آهي.

ڪلهوڙا جيڪي اصل ۾ فقيري طبقي سان تعلق رکندا هئا ۽ پيري مريدي وارو سلسلو رکندا هئا، انهن فقيري جي چوغي ۾ نهايت عجيب راند کيڏي ۽ فقيري ۾ شامل جتن کي مختلف طبقي ۾ ورهايو. هڪڙا ذڪر فڪر ۽ تبليغ وارا هئا معنيٰ تہ هنن هڪ مشترڪ نظام ۾ گڏيل سماجي طريقہء ڪار رائج ڪيو ۽ مغلن جي ڪمزوري جو فائدو وٺي حڪومت جي مسند حاصل ڪيائون، ليڪن اقتدار ۾ ايندي ئي استحڪام بعد هنن انهي طريقي کي خيرباد ڪري رعايت يافتہ طبقي کي هٿي ڏني. جيڪڏهين ڪلهوڙا پنهنجي شروع ڪيل نظريہ جي پاسداري تي هلن ها تہ پوءِ ”شاه عنايت“ جي شهادت جو ڪو جواز ڪونہ هو؛ ليڪن ميران پور جو دوڪو اهو ثابت ڪري ٿو تہ ڪلهوڙن بہ مغلن ۽ ترخانن واري ساڳي پاليسي اختيار ڪئي. پنهنجي تالپر مريدن مير آلودو ۽ مير مسودو کي پنهنجي جرگن سميت سنڌ ۾ گهرائي وڏيون رعايتون ۽ منصب ڏنا. جيئن مقامي ماڻهوءَ جي طاقت کي ڪچلي سگهجي. هنن مغلن جي انهي پيدا ڪيل بدعت کي ختم ڪرڻ جي بجاءِ وڌيڪ فروغ ڏنو ۽ سگهارو ڪيو.

ترخان ۽ ارغون يا مغل صوبيدار، اهي تہ هن ڌرتي جي پيداوار ئي نہ هئا، هنن جي حيثيت هڪ غاصب طبقي جي هئي، ڪلهوڙن جي اقتدار ۾ اچڻ ڪري ماڻهن کي اهو ويساه هو تہ هي ڪجهہ ڪندا. ليڪن سواءِ هڪ اڌ حڪمران جي باقي بہ سنڌ جي ڦٽن تي ڪو ڦٽو پهو نہ رکيو. پر پنهنجي پٽن جي يرغمالي سبب جڻ سڄي سنڌ افغانن وٽ يرغمال هئي. افغاني فورن سڄي سنڌ کي تلف ۽ تاراج ڪري ڇڏيو. انهن جي ظلم، ڦرلٽ ۽ تباهي تي اڄ بہ سنڌ جا ڪن تاريخي ماڳ رئندا نظر اچن ٿا جيڪي ڊڙن ۽ ڪنڊرن جي صورت ۾ ان ظلم جي گواهي آهن. ڪلهوڙن جي دؤر ۾ ڪئي ڪي چڱا ڪم ٿيا، اهي بہ آب پاشي جا؛ پر اهي انهي ظلم ۽ بربريت جي بازار ۾ ڪا ايڏي وڏي حيثيت نٿا رکن. جن کي ڳڻائجي تہ اهي دور سنڌ لاءِ نعمت هئا. مرحوم پير حسام الدين راشدي تہ سمن جي زوال بعد اڍائي سَئو سالن جي تاريخ جي دؤر کي سنڌ لاءِ بدترين دؤر ۾ شمار ڪري ٿو. جنهن جي اثرن ڪان

سنڌ اجا تائين پاڻ کي سنڀالي نہ سگهي آهي"

سنڌ جي انهي صورتحال کي اقوام عالم جي تناظر ۾ ڏسڻ اسان جي تاريخدانن لاءِ ضروري آهي، جڏهين تاريخي اڀياس ڪجي ٿو تہ سنڌ فڪري ۽ عملي طور تي عالمي فڪر طور نهايت پوئتي پيل نظر اچي ٿي، ۽ قومي سماجي شعور تي ڪراه ۽ جبر واري ڪيفيت محسوس ٿئي ٿي، پر وارن ملڪن، توڙي ٿورو ڏور وارن ملڪن جي ڀيٽ ۾ سماجي تبديلن کان بلڪل وانجيل نظر اچي ٿي، ڪلهوڙن ۽ ميرن جو دؤر نپ جاگيرداري ۽ رعايت يافتہ طبقن جي سرسي وارو لڳي ٿو، مقامي ماڻهن جي حيثيت هڪ يرغمالي طبقي جي هئي ۽ ڪلهوڙا محلاتي سازشن جو شڪار ٿي ويا. سردارين ۽ جاگيرن جي نستي ٽالپرن کي بہ اهڙو چشڪو ڏنو. جو ڪلهوڙن جي ڪمزورين جو فائدو وٺي ڪين ڪن ڪان جهلي ٻاهر ڪڍيائون ۽ پنهنجون چوياريون ٺاهي سنڌ کي يارن ۾ تقسيم ڪيائون. سنڌ انهي عرصي ۾ ٻاهرين دنيا کان ايترو تہ ڪٽيل هئي جو يورپ جي آيل صنعتي انقلاب جو بہ هت ڪو اثر ڪونہ ٿيو. مغلن جي زوال ۽ تباهي سنڌ تي ڪي اثر نہ ڇڏيا، ائين محسوس ٿو ٿئي تہ سنڌ کي ڪولوهي ڪوٽ ڏنل هو، ۽ اندروني طور ماڻهوءَ کي ايتري تہ جهالت ۽ پسپائي ۾ رکيو ويو هو، جو هن کي توڙي حڪمرانن کي اها خبر ئي نہ هئي تہ ٻنيي کان ٻاهر ڇا پيو وهي واپري، انهي صورتحال کي ڪوبہ ذي فهم ماڻهو تاريخي طور تي صحيح نہ چئي سگهندو. ۽ نہ وري ان کي حڪمرانن جي اعليٰ ظرفي سان تعبير ڪندو.

مون هت نهايت مختصر طور تي انهن حالتن ۽ عوامل جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن مان وقتاً فوقتاً سنڌي سماج گذريو، انهي سڄي مامرن کي جڏهين تجزياتي صورت ۾ آڻجي ٿو تہ محسوس ٿو ٿئي تہ سنڌي سماج کي ڪا نظرياتي ۽ فڪري تعليم ملي نہ سگهي، جيڪا سماجي شعور کي اڀاري اندروني تبديلي جو ڪارڻ ٿئي، ماڻهو ويچارو موچڙن ڪٽيو هو.

جاگيرداري نظام هن کي ذهني ۽ عملي طور تي غلام بنائي ڇڏيو هو، جنهن جي آڌو صرف پنهنجو مفاد ۽ شيل شڪار ۽ عياشي هئي، عام ماڻهوءَ جي زندگي جي ڀلائي تعليم يا صنعت يا پيداواري وسيلن ۾ تبديلي

آڻڻ ۽ نئين کوجنا انهن جي تہ کا ڳالهہ نظر کانہ ٿي اچي، تاريخ جي اندر اهو هڪ وڏو وٿاهہ آهي، ان جو نتيجو اڄ قومي بقا جي صورت ۾ اسان جي سامهون آهي جو سنڌي ماڻهو انهي فيوڊل ازم کان اجا تائين ڇو ٽڪارو حاصل ڪري نہ سگهيو آهي.

تاريخ جي ڊگهي عرصي ۾ اسان کي صرف چند ڪردار نظر اچن ٿا جن ۾ دودي شهيد سومري جو ڪردار، مخدوم بلاول شهيد جو ڪردار ء شاه عنايت شهيد جو ڪردار جن سنڌي قوم کي مختلف دورن ۾ زنده رهڻ جو سبق ڏنو اڄ بہ انهن جو ڪردار تاريخ جو عظيم ورثو آهي، جيڪو سماجي انصاف ۽ قومي شعور جي علامت آهي. انهن جي ڪردار ۽ جاکوڙ جو تصور لطيف وٽ "هڻ پالا وڙه پاڪرين آڏي ڍال مہ ڍار" ۽ خليفي قاسم وٽ "سوپون سِر گهرن، سرريءَ سوپ نہ پسجي" جي صورت ۾ ملي ٿو. قومي جياپي لاءِ تاريخ جو اهو پيغام آهي، تاريخ جي اها تقاضا آهي سماجي انصاف ۽ سماجي شعور ۽ قومي سڦلتا لاءِ اهوئي ڱس آهي.



# سيوهڻ قلعي جي کوٽائي

محمد عثمان ميمڻ

فرانس جي مشهور آرڪيالاجسٽ ميڊم مونيڪ ڪروران وچين دور جي تاريخ تي سنڌ ۾ 30 سال ڪم ڪيو. هن رتوڪوٽ ۽ لاهري بندر تي کوٽايون ڪري ان دور جي معاشي حالتن تي چڱي روشني وڌي، پوءِ به ڪي ڳالهيون چٽ ڪان رهجي ۽ ڏنڌ ۾ ڏوڙيون رهجي ويون. ان لاءِ ميڊم مونيڪ فيصلو ڪيو تہ شايد سيوهڻ جو قلعو وچ واري تاريخي دور جي خالن ڪي پري، ان لاءِ هن 1996ع کان 2002ع تائين سيوهڻ جي قلعي جي کوٽائي ڪئي. کوٽائي ڪندي ڪيس 8 اوسر جا درجا مليا، کوٽائي هيٺ 20 ميٽرن تائين ڪندي سڪندراعظم جي دور تائين پهتي پر ڪيس ان دور جي ڪا بہ نشاني ڪو نہ ملي، انهيءَ کوٽائي ۾ ڪجهہ عرصو محترم سيد حاڪم علي شاهہ بہ سندن ساٿ ڏنو.

شايد پر سال (2010ع) سيد حاڪم علي شاهہ هن ئي ميلي ۾ هڪ مقالو پڙهيو هو، جنهن ۾ هن انهيءَ قلعي جي کوٽائيءَ جو مختصر ذڪر ڪيو هو. ان موجب قلعي جي اوچائي اٽڪل 54 ميٽر ۽ پکيڙ 17 هيڪٽر آهي. قلعي جي چوٽيءَ ئي ڪندن سان کوٽائي ڪندي 23.50 ميٽرن تي پوسل نڪري آئي، ثقافتي ڪٽي جي ٿولهہ 48 ميٽر تي. کوٽائي قلعي جي تر کان بہ هيٺ تائين ڪئي وئي، جتي قلعي جو ڪو بہ نشان ڪو نہ هو. جنهن قلعي لاءِ تاريخدان لکن ٿا تہ هن قلعي کي سڪندر اعظم فتح ڪيو، ان جا آثار هتان ڪو نہ مليا.

بخاري صاحب مختصرئي سهي پر پهرين ٽن سطحن جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪي اٽڪل 400 ق.م کان 700 عيسوي تائين جا آهن. سندس

چوڻ موجب هن وقت موجوده قلعو سڪندر واري وقت جو نہ آهي. انهن ٽن سطحن جو ذڪر ڪندي بخاري صاحب لکيو آهي تہ: کوٽائيءَ جو طبعي تہہ (آخري تہہ ۽ پهريون) جنهن تي پاڻي نڪتو. ان کان مٿيرو ئي اهڙي زمين ملي جيڪا پڪي ۽ جميل هئي. اتي ماڻهوءَ جي رهائش جا ثبوت مليا. انهيءَ تہ تي جيڪو نڪر مليو اهو ڪاري اجرٽيل ٿانءَ وارو نڪر ( Black Polished ware) سڏجي ٿو. جنهن جو واسطو يوناني باختري (Gracco-Bactrain) دور سان آهي. ان هينين سطح جي مٿان جيڪا بي سطح (تہہ نمبر 2) آهي. اتان جيڪي وٿون کوٽائي دوران مليون. ان جو واسطو موريا ۽ ڪشان دور سان هو. هن تہہ مان ملندڙ نڪر ڳاڙهي اجريل ٿانءَ وارو نڪر (Red Polished ware) ڪري ڪونجي ٿو. انهيءَ سطح تان کوٽائي ۾ پهريون پيرو تامي جو هڪ سڪو بہ مليو هو. اهو دور پهرين صدي ق-م کان 300 عيسوي تائين جو آهي. انهيءَ جي مٿان ٽين سطح جو دور 300 عيسوي کان 700 عيسوي واري دور سان لاڳاپيل آهي. هن دور ۾ ايراني بادشاهہ بهرام گور پنجين (421ع کان 438ع) جو نالو سنڌ جي فاتحن ۾ ڳڻجي ٿو. پر هن جا تفصيل نہ ملي سگهيا آهن. تاريخ ۾ هزمر (489-488ع) ۽ خسرو نوشيروان نالي ايراني بادشاهن جو ذڪر بہ ملي ٿو. هرمزجي وقت ۾ سنڌ بغاوت ڪري ايرانين کان آزادي حاصل ڪئي ۽ راءِ گهراڻو (495-632ع) جي مقامي حاڪميت تسليم ڪئي وئي. انهيءَ دور ۾ هڪ بئي قلعي جا آثار کوٽائي مان مليا آهن. هن سطح تي پهريون ٺپيل ٿانءَ (First Moulded Pottery) مليو آهي. جيڪو ڪاري ڳاڙهي رنگز سان رڱيل آهي. ان ڪري 400 ق-م کان اڳ واري سنڌ تي ايراني دور (600ق-م کان 86-485ع) جا آثار ملڻ محال آهي. اهو دور ڪروش ۽ دارا جو آهي. قلعي جي هينين تہہ واري آبادي Gracco- Bectria دور جي آهي.

پاڻ انابيل ڪولنٽ جي ان رپورٽ جي روشني ۾ قلعي کي ڏسنداسون جيڪا هن 'Sindh Through History and Representation' نالي ڪتاب ۾ ڇپائي آهي. جنهن جو پهريون ڇاپو اوڪسفورڊ پريس 2008ع ۾ ڇپيو. سندس مقالي جو عنوان Chronology of Sehwan Sharif

Through Ceramic (The Islamic Period) آهي. سندس چوڻ موجب هتان 8 مرحلا يا تهه مليا، جن مان پهريان 3 تهه اسلامي دور کان اڳ جا آهن، باقي پنجن تهن کي هيٺينءَ ريت ورهايو آهي:

(1) **تهه نمبر 4:** 35-31/30 ميٽرن جي اوچائي تائين، جنهن کي هن عرب دور جو تهه ڪري سڏيو آهي، جيڪو 2 کان 4 صدي هجري يعني 8 کان 10 صدي عيسوي جو آهي.

(2) **تهه نمبر 5:** 48-35 ميٽرن تائين، جنهن کي هن هباري سلطنت جي خاتمي کان وٺي غزنوين ۽ غورين جي دور جو تهه ڪري سڏيو، جيڪو 5 صدي کان 7 صدي هجري يعني 11 صدي کان 13 صدي عيسوي تائين جو آهي.

(3) **تهه نمبر 6:** 40-38 ميٽرن تائين، جنهن کي هن دهلي سلطنت ۽ سمن جي دور جو تهه ڪري سڏيو آهي، جيڪو 9 کان 7 هجري يعني 13 کان 15 صدي عيسوي تائين جو آهي.

(4) **تهه نمبر 7:** 41-40 ميٽرن تائين، جنهن کي هن ارغونن ۽ ترخانن جي دور جو تهه ڪري سڏيو آهي، جيڪو 10 صدي هجري يعني 16 صدي عيسوي جو آهي.

(5) **تهه نمبر 8:** 44-41 ميٽرن تائين، جنهن کي هن مغلن جي دور جو تهه ڪري سڏيو آهي، جيڪو 11 کان 12 صدي هجري تائين يعني 17 کان 18 صدي عيسويءَ جو آهي.

مانواري ليکڪ هر تهه يا سطح جو تفصيلي ذڪر ڪيو آهي ته اتان ڪوٽائي دوران ڪهڙيون وٿون مليون. ان ڪري مختصراً هتي انهن جو ذڪر ڪجي ٿو:

**تهه نمبر 4: هيءُ** عربن جي دور جو تهه آهي، هتان ٽانون جا ٽٽل ٽڪرا مليا آهن، جن ۾ ڪنيون ۽ ٿوپيون خاص آهن. ٽانءَ تي گهرو ليڪو ڏيان چڪائيندڙ آهي. مٽاچري تي ابرق جا ذرا چنبڙيل آهن. ٽانون جو چٽ نپيل ۽ قالب ڪاريءَ وارو آهي. خاڪستري نڪر ٿورو ملي ٿو. روغني نڪر ٿورو ئي سهي پر اهم آهي، ان جو واسطو هبارين جي دور سان آهي وغيره. ڪوٽائي دوران مٽيءَ سان گڏ چار ۽ ڪوئلي جو چڱو تعداد ملي ٿو، ڪجهه اڏاوتون به

ملن ٿيون. جيڪي گلڪاري ۽ ڪچين سرن جون آهن. اتان هڪ ورڪشاپ بہ ملي آهي، جتي ڌاتو ڳاري اوزار ٺاهيا ويندا هئا. هن تهہ کي ٽن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. (1) 4 الف، (2) 6 ب، (3) 4 ث. آخري دور يعني 4 ث مان اندازو ٿئي ٿو تہ انهيءَ دور ۾ ڪا ويڙهہ ٿي آهي. ان دور ۾ ڌاتو گري جو عمل تيز نظر اچي ٿو.

4- الف کي اموين ۽ مبادي گوندن جو دور ڪري چيو ويو آهي، جو اتان 2 صدي هجري جا سڪا مليا آهن. هڪ سڪو 120هہ (737-738ع) جو مليو آهي. هتان منصور ابن جهمور الڪلبي، هشام بن عمر، عمر بن حفظ وغيره جي نالي ضربيل سڪا مليا آهن. هي اموين ۽ عباسين طرفان مقرر ٿيل گورنر هئا. 4- الف مان ملندڙ ٺڪرانو سنُو پڪل ڳاڙهو ۽ گلابڙي رنگ جو آهي، جنهن جي مٿاچري تي ابرق جا ذرا ۽ واري لڳل آهي. ٿانو جي ڳچي وٽ ڪاري، ڳاڙهي ۽ اڇي رنگ جا چٽ چٽيل آهن، جيڪي مهندسي ۽ گلن ٻوٽن جي طرزن جا آهن. ٺڪرانو پنيور جي پهرين اسلامي دور جي ٺڪر سان ٻيٽو جهڙو آهي. سيوهڻ هن مان ملندڙ ٿانون ۾ ڪُنو خاص ٿانو آهي، جنهن جا ڪَنا ويڪرا ۽ وريل آهن. ان ڪانسواءِ ڪنن ۽ بنا ڪنن جي ڪولا مليا آهن. ڪي ٿانو اهڙا بہ آهن جن کي مقامي چئي نہ ٿو سگهجي. اهي ميسوپوٽيميا مان گهرايا ويا آهن، چو تہ انهن جي مٿاچري تي هلڪي پوري مٽي جو ليپو ڏنل آهي. روغني ڪوزا منين سان ملن ٿا. ڪي ٺڪرن جا ٽڪرا فيروزي رنگ سان روغن ٿيل بہ مليا آهن.

4- ب: هي تهہ هبارين جي عربن کان الڳ حڪومت قائم ٿيڻ/ ڪرڻ واري دور سان لاڳاپيل ڏسجي ٿو. جنهن کي المنصوره سڏيو ويو آهي. تاريخ ۾ سندس چٽو دور ڪو نہ ٿو ملي. يعقوبي جي چوڻ موجب آزاد هبارين (854-855ع) پنهنجي حڪومت شروع ڪئي. هن تهہ مان گڏيل ۽ منجهائيندڙ ٺڪر ملي ٿو. جنهن بابت تحقيق هلي پئي ٿي. چٽيل ٺڪر ساڳي نموني جو آهي، جهڙو 4- الف مان مليو. هن مان مسوپوٽيما مان آيل روغني ٿانون جو تعداد وڌيل ٿو ڏسجي. فيروزي روغنز (Glaze) کان سواءِ نيرا روغني ٿانو بہ گهڻا ملن ٿا. جيڪي پنيور ۽ المنصور مان بہ مليا آهن.

4- **ٿ:** هي ٿهه به هبارين جي جي حڪومت سان لاڳاپيل آهي، هتان هڪ سڪو مليو آهي، جيڪو عمر بن عبدالله جي نالي ضربيل آهي. هتان ملندڙ ٺڪر ۾ اڳئين ٺڪر جي مقابلي ۾ خاص تبديلي نظر نه ٿي اچي، سواءِ ان جي ته ٿانءَ وچولي جسامت جو مليو ٿو، جيڪو ٺپيل ۽ قالبيل آهي. مٽاچري تي ابرق اڳ جي مقابلي ۾ وڌيڪ مليل آهي، اڳين ٿانون تي رڱو مهندسي يا گلن ڦلن وارا چٽ چٽيل هئا. پر هن دور ۾ ٿانون تي پکين ۽ جانورن جا چٽ به چٽيل ملن ٿا. ٺپيل ٺڪر ڳاڙهي رنگ جو آهي، جڏهن ته ڪنن تي به چٽ ٺپيل آهن. ميسوپوٽيما مان گهرايل روغني ٺڪر ساڳيو ئي آهي، جيڪو ايران ۽ عراق مان گهرايو ويندو هو.

**ٿهه نمبر 5:** (11 کان 13 صدي عيسوي جي شروعات) هي ٿهه (35.38 ميٽر ٿائين) قلعي جي نوادرات جو شاهڪار ٿهه آهي. هتان هڪ بازار ملي آهي، جنهن مان لڳي ٿو ته ڏلعو شهر وارن قبضي ۾ آندو هو. ڪيترن ئي دڪانن جون مُهڙون ننڍن ننڍن گهٽين ڏي کليل ملن ٿيون. رستا پڪين سرن جا ٺهيل آهن. هي غزنوين ۽ غورين جي دور (1025-1000عيسوي) جو ٿهه آهي. هن دور ۾ ٺڪراٺي ۾ ڪيترين ئي تبديليون نظر اچن ٿيون. ڳاڙهي ليڪن وارو ٺڪر ايترو سنو نه آهي. بازار جي پهرين مرحلي ۾ چٽ مهندسي ۽ ٿورو گلن ٻوٽن وارو مليو، پر ٻئي مرحلي جي پڇاڙيءَ ۾ اوچتو چٽن ۾ پکي ۽ جانورن جا چٽ جڳهه والا ريندا نظر اچن ٿا. قالبي ۽ ٺپيل ٺڪرانو گم ٿي ويو. هن دور ۾ روغني ٺڪر جيڪو ٻاهران آندو ويو هو سو هتي ئي ٺهڻ لڳو. تنهن جو چڱو خاصو تعداد مليو ٿو. سموري ڪنڀارڪي هنر تي خراساني اثر نمايان آهن.

هبارين جي سلطنت جو خاتمو محمود غزنوي آندو (1025ع)، جنهن جو ذڪر ابوالحسن فروحيءَ پنهنجي ڪتاب 'ديوان فروحي' ۾ ڪيو آهي. هن لکيو آهي ته المنصوره تي حملي مهل خفيف ڀڄي ويو. پر اهو ڪو نه لکيو اٿس ته خفيف سومرو هو يا هباري. بازار مان ملندڙ سڪا ڪٽجي ويا آهن. پر ٻن سڪن تي نالا سيماپڇي سگهيا آهن. هڪ تي احمد ۽ ٻئي تي عمر ضربيل آهن. هن ئي سطح تي ضرب خاني جا آثار ملن ٿا.

**ٿهه نمبر 5:** (35.82- 35.10 Va) ڏسڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته اهو ٿهه

گهڻي ڀاڱي ويران آهي. مٿيءَ ۾ چار ۽ ڪوئلو گڏ مليو ٿو. ڪوئلي جي گهڻائي ٻڌائي ٿي تہ هن دور ۾ بہ جنگ لڳي آهي. جنهن ڪري قلعي جي والار ۾ ڪافي تبديليون تيل ڏسجن ٿيون. نوان دڪان بيهر ناهيا ويا آهن، جيڪي پڪسرا آهن. هن دور ۾ والار وچولي نظر اچي ٿي. ٺڪر اڳي کان گهٽ مليو آهي.

تهہ 4 جي مقابلي ۾ هن تهہ ۾ چٽيل ڳاڙهي ٺڪر جو رنگ ٿورو تبديل ٿيل ڏسجي ٿو. ڏسبو تہ تهہ 5- الف جو ٺڪر ڳاڙهو سنو پڪل ۽ ان تي ابرق جو ليپو ڏنل آهي، پر تهہ نمبر 5 ب-ث ۾ ٺڪر گلابڙي رنگ ۾ تبديل ٿيو آهي. ٺڪر تي چٽ گهٽ آهن. ابرق جا ذرا بہ هاٿي ٿانو جي مٿاڇري تي گهٽ گهٽ نظر اچن ٿا. ڪارو ۽ خاڪستري ٺڪر گهڻي تعداد ۾ ملي ٿو.

5- ڊ ۽ 5- ف (1220-1050 ع) تهہ مان اها خبر نہ ٿي پوي تہ سومرن ۽ غزنوين کان پوءِ سنڌ جي ورهاست ڪيئن ٿي. لڳي ٿو تہ سومرا لاڙ واري حصي تي قابض هئا، جڏهن تہ سيوهڻ تي هنن جو هٿ نہ رهيو. جنهن ڪري سيوهڻ ۽ سيوهڻ کان مٿي ملتان تائين غزنيون ۽ غورين جو قبضو رهيو ۽ سيوهڻ سومرن ۽ غزنوين جي حد هئي. هن سطح مان جيڪي سڪا مليا آهن، اهي بہ هبارين جا يا هيارين جي دور جهڙا آهن. هتان ملندڙ ٺڪر گلابي رنگ جو آهي. جن جي سطح ڪجهہ کهري جنهن کي ابرق ۽ واري ملائي پچايو ويو آهي. خاڪستري ۽ ڪارو ٺڪر بہ ملي ٿو. پر اڳي جي مقابلي ۾ اهو کهرو آهي. ڪارو ۽ خاڪستري ٺڪر کي گجرات جي جي ماڳ ڪيبي مان لڌل ٺڪر سان ڀيٽي سگهجي ٿو. مقامي روغني ٿانون هن سطح تي ڪافي نظر اچي ٿو. اڳئين تهہ جي مقابلي ۾ ان ۾ ڪو خاص فرق نہ آهي.

**تهہ نمبر 6** : (دهلي سلطنت ۽ سما دور): ابن بطوطہ (1334-1333 ع) جڏهن سيوهڻ آيو هو تہ هن قلعي کي چانوٺيءَ جي صورت ۾ ڏٺو هو. تهہ نمبر 6 ۾ انهيءَ چانوٺي واري قلعي جا آثار مليا آهن. هن تهہ کي ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. (6 الف- 6 ب). هي ٻئي تهہ دهلي سلطنت واري دور 13 ۽ 14 صدي عيسوي جا آهن. بازار جي ڊهڻ کان پوءِ انهن ئي پڪين سرن مان قلعي جا ڪي حصا جوڙيل نظر اچن ٿا. قلعي جي ايراضي ان دور ۾

ٿوري هئي پر 5 دور واري ته کان ڪافي شاهوڪار. جيڪو ٺڪراڻي جي گهڻائي مان پسي سگهجي ٿو. 6 ته جو ٻيو مرحلو (VIC- VID) سما دور سان لاڳاپيل آهي. والار تمام چڱي آهي، ان جو اندازو ٻه ملندڙ ٺڪراڻي مان لڳائي سگهجي ٿو. پڪين سرن واري قلعي جي حصي جي ٻيهر مرمت ڪيل ٿي ڏسجي. مرمت سان گڏ لوهي سريا وغيره ٻـ وڌل ڏسجن ٿا. (-39.30 39.60m) دور جو عرصو تمام گهٽ ٿو ڏسجي. انهيءَ هنڌ تي سخت ڪارو باھ لڳل دڙو موجود آهي. جيڪو ٻڌائي ٿو ته انهيءَ دور ۾ ٻـ سخت جنگ لڳي آهي ۽ هڪ ميٽر جي اوچائي تائين باھ جا نشان ڏسي سگهجن ٿا، جنهنڪري قلعي کي سخت نقصان پيو هوندو.

**دهلي سلطنت ۽ سيوهڻ**: هن عنوان سان فاضل مصنف تاريخي انگ اکر ڏنا آهن. 1228ع ۾ التمش، ناصرالدين قباچه کان هندستان فتح ڪيو. طبقات ناصري مطابق هن جو سڄي سنڌ تي قبضو هو. ٻارهن قلعن مان هڪ قلعو سيوستان جو ٻـ سندس قبضي ۾ هو. ان کان گهڻو پوءِ ناصر الدين مسعود شاھ (1246-1242ع) دهلي کان پنجاب طرف ڪاھ ڪئي ۽ سيوهڻ تائين پهتو. جتي هن قليچ خان نالي پنهنجو گورنر مقرر ڪيو.

VI **الف دور** جي ته مان دهلي سلطنت جي دور جا سڪا مليا آهن. هڪ سڪو غياث الدين بلبن جي نالي سان ضرب ٿيل آهي، ٻئي سڪي تي علاؤ الدين محمد شاھ جو نالو لکيل آهي. هن جي دور ۾ هندستان جون سرحدون وسيع هيون. هن نصرت خان نالي سپهه سالار کي لشڪر ڏئي پنجاب ۽ سنڌ موڪليو هو. پر ترت (98-1297ع) سيوهڻ تي منگولن حملو ڪيو. جنهن ڪري مقابلي لاءِ نصرت ملتان کان سيوهڻ آيو. انهيءَ زماني ۾ سيوهڻ جو گورنر تاج الدين ڪافور هو. جنهن کي غياث الدين تغلق لاهي، ملڪ شير علي کي گورنر مقرر ڪيو. ابن بطوطه سيوهڻ ۾ ڪجهه سال پوءِ آيو. (34-1333ع) ابن بطوطه هن ڏنو ته ملڪ ۾ رتوچاڻ ٿيل هئي. جام انڙ سمي ملڪ رتن کي قتل ڪري ڇڏيو هو. دهليءَ کان شاهي لشڪر جو جٿو آيل هو. پر انڙ لڪي ويو. هنن قلعي جا دروازا بند ڪري ڇڏيا هئا. ان کانپوءِ فيروز شاھ جو دور آيو ته سيوهڻ سندس قبضي ۾ هو.

6- **ب مرحلي** (39-38) ۾ ڪجهه پڪين سرن جون اڏاوتون مليون ٿيون. جيڪي بازار مٿان اڏيل. اتر طرف نظر اينديون. پر گهٽتي ساڳي استعمال هيٺ رهي، اها گهٽي پوءِ جي دورن ۾ استعمال هيٺ رهي، ۽ ڪنهن قلعي دار جو اتي گهر وغيره به هو. 6- ب تهه جي مٽاچري تي ڪا نئين اڏاوت به ٿيل آهي، جيڪا پڪين سرن جي آهي. هتان ملندڙ ٺڪرائو اڳ ڳاڙهو پڪل آهي. مٽاچري تي ابرڪ جا ذرا ۽ واري چلڪندي نظر ايندي. چٽن پٽين وارو گل، جانور جو چٽ ۽ ساڳيا مهندسي چٽ. هن تهه واري ٺڪر تي به ملن ٿا. چٽ ۾ تلهو پتو ابرڪ سان عام ملي ٿو. ٿانو ۾ ٿوري تبديلي اها آهي ته هن جي ڳچي سوڙهي ۽ جسامت ننڍي آهي. باقي وصفون ساڳيون اڳي دورن واريون آهن. قالبيل ٺڪر ۾ ڇهين الف وارو ڪان ملي ٿو. جنهن جي مٽاچري تي به ابرق لڳل آهي. ڪارو ۽ خاڪستري ٺڪر به، جيڪو بازار ڪان شروع ٿيو هو، سو هن تهه ۾ موجود آهي. هي ٺڪر گجرات جي ڪن ماڳن سان پيتڻ جهڙو آهي. روغني ٿانو 6- ب ۾ خاص طور ليپي ٿو. پران ۾ گهڻي تبديلي آيل ٿي ڏسجي. پيالن ۽ ڪوپن جي نمونن ۾ گهڻ نظر اچي ٿي. نيري سائي. پيلي روغني ٿانو ڪانسواءِ اڇو روغن وارو ٿانو به عام آهي.

6- **ٿ تهه** سمن جي دور سان واسطو رکي ٿو. سمن جو سنڌ ۾ دور 1351 کان 1520ع ڪتيو وجي ٿو. هنن جو گهڻو تسلط لاڙ يا هيٺين سنڌ ۾ هو. ڄام تماچي (1393ع) ڪوشش ڪئي ته قلعي کي هٿ ڪجي پر دهلي جي سلطان طرفان گرفتار ٿي دهلي پهتو. مير معصوم جي لکڻ موجب هن پنهنجي پاءُ کي جاءِ نشين مقرر ڪيو. ڄام تماچي جي مرڻ کان پوءِ ڄام سڪندر کي پسند نه ڪيو ويو. تاريخ مبارڪ شاهي موجب شيخ علي، افغانستان مان تيمور کي لشڪر ڏئي اماڻيو. جنهن ڪري سيوهڻ واسي ڄام فيروز جي جهنڊي هيٺ گڏ ٿيا.

انهيءَ تهه مان هڪ سڪو دهلي سلطنت جو محمود شاهه جي نالي سان مليو آهي. جنهن تي 846هه ضربيل آهي. ڪجهه سڪا دهلي سلطنت واري تهه مان مليا آهن. انهن تي گجرات جي سلطان جو نالو ضرب ٿيل آهي. هڪ سڪو محمود بيگڙي جي نالي سان ضرب ٿيل آهي. جيڪو

جام تغلق سمي جو پاڃ هو. هن تهه مان ملندڙ ٺڪر گلابي رنگ جو ۽ سٺو پڪل آهي. مٽاچري تي ساڪيو ابرڪ ۽ واري جو تهه ڏنل آهي. چٽن ۾ جانور، نانگ ۽ مهندسي چٽ ملن ٿا. ٺڪر ۾ ڪا خاص تبديلي نظر نه ٿي اچي. روغني ٺڪر به ساڳيو اڳين تهن وارو. جڏهن ته ڪارو ۽ خاڪستري ٺڪر به اهڙو ئي آهي.

**سيوهڻ- ارغون ترخان دور:** قلعي جي تباهي جا آثار اتر واري پاهين جي اوپر ۾ (جنهن کي عاصمه جو نالو ڏنو ويو) اتي هڪ ڪاري تهه جي صورت ۾ ڏسي سگهجن ٿا. اهو سڄو پاسو جو پاسو سڙيل حالت ۾ مليو آهي. اهو حملو شاهه بيگ ارغون 22-1521ع ڌاري ڪيو هو ۽ قلعو فتح ڪري ورتو. ارغون ۽ ترخانن جي دور بابت تاريخ معصوم اهم ماخذ آهي. جڏهن جام فيروز ٺٽي ۾ امن ڪري ورتو ته شاهه بيگ وڏي لشڪر سان سيوهڻ تي حملو ڪري ۽ 1521ع ۾ قلعو تي قبضو ڪري ورتو. اتي ڪنهن ارغون حوالي قلعو ڪري پاڻ واپس موٽي ويو. پيهر 1522ع ۾ موٽي آيو ۽ قلعي جو فوجي جائزو ورتائين. هن نوان ماڻهو مقرر ڪري حڪم ڪيو ته شهر جي ماڻهن کي بيگر وهائي قلعي جي مرمت ڪئي وڃي ۽ فوجين کي اهو به حڪم ڪيو ويو پنهنجون رهائشي جايون قلعي جي اندر جوڙائين. شاهه بيگ کانپوءِ شاهه حسن ارغون جي دور ۾ همايون (1541ع) سيوهڻ جي قلعي تي حملو ڪيو. شاهه حسن قلعي بند ٿي ويٺو. همايون جي فوج ستن مهينن تائين محاصرو ڪيو. چوماسي جي برساتن سبب همايون کي موٽڻو پيو. شاهه حسن وري ٻن مهينن کان پوءِ قلعي جو دورو ڪري ان جي مرمت ڪرائي. مرزا عيسيٰ (1554ع) جي تخت نشين ٿيڻ کان پوءِ ارغونن ۽ ترخانن جي وچ ۾ سيوهڻ جي قلعي جي قبضي تي ڪيتريون ڇڪريون لڳيون، پر 1555ع ۾ نيٺ عيسيٰ خان قبضدار ٿي ويو. 63-1562ع تائين مرزا باقي، عيسيٰ خان جو پٽ سيوهڻ جو جاگيردار مقرر ٿيو. پر ڪيس ڇهن ستن مهينن تائين ارغونن جي بغاوتن سان منهن ڏيڻو پيو. سيوهڻ جو قلعو ايستائين ترخانن جي هٿ رهيو. جيستر (1588ع) مغل نواب محمد بن صادق حملو ڪري هن شاهي قلعي جو هڪ حصو ڊاهي وڌو. 1591ع ۾ مير معصوم مغلن سان گڏجي

سيوهڻ تي حملو ڪيو ۽ آخرجاني بيگ قلعو خانِ خانان عبدالرحيم جي حوالي ڪيو، جيڪو اڪبر طرفان سنڌ کي فتح ڪرڻ موڪليو ويو هو.

**تهہ نمبر 7** ۾ خاص طور والار چڊي رهي (36.60 م / 38.3).
هتان ٺڪرانو گهٽ تعداد ۾ مليو آهي. مٽي سان گڏ چار ۽ ڪوئلي جا ڍڳ مليا آهن. انهن جي مٿان تباهہ ٿيل ڪارو تهہ آهي. پراڻيون اڏاوتون ڊٺل مليون. ڪجهہ نيون اڏاوتون پڪ سرين ملن ٿيون. آخر ۾ چيڪي مٽيءَ جو تهہ مليو. قلعي ۾ ڊاتوگيريءَ جي ڪم جا آثار ملن ٿا.

**تهہ نمبر 7** جي شروعات ۾ روغني ٿانو جيئن پوءِ تيئن خراب ٿيندو نظر ايندو ۽ آخر ۾ تہ بنهہ کهرو ٿي ويو آهي. ٺڪر گهٽو ڪري ڳاڙهو. ابرڪ ۽ واري جي ليپي سان پچايل آهي. هتان بهترين ٺڪرانو قالبي ڳاڙهو ٿانو آهي، جنهن ۾ قالبي بوتلون ۽ پاٽيون/ ٿالهيون خاص آهن، جيڪي نفيس ۽ ابرڪ جي چلڪنڌڙ مٿاڇري سان سنواريل آهن. روغني ٿانو جي حالت سٺي ڪا نہ آهي، ٿانون جي مٿان سادو اڇڙي رنگ جو روغن ڏنل آهي.

**سيوهڻ جو قلعو (17 صدي کان اوائلي 18 صدي تائين)** : مغلن سيوهڻ جو قلعو 1592ع ۾ فتح ڪيو. تڏهن قلعو وڏي اهميت وارو هو. ان جو ذڪر مغل دور جي دستاويزن مان پوي ٿو. خاص طور تي اڪبر نامو ۽ آئين اڪبري ۾ هن قلعي جو ذڪر اهم ۽ مضبوط قلعي طور ڪيو ويو آهي. يوسف ميرڪ بہ هن قلعي تي لکيو. ڪتاب 'مظهر شاهجهاني' ۾ قلعي بابت لکيو آهي، پر قلعو شايد پنهنجي اهميت جهانگير (1627-1605ع) جي وقت ۾ وڃائي وينو. شايد 1593ع ڌاري سيوستان اڪبر بادشاهہ طرفان بختيار بيگ گورنر مقرر ڪيو ويو هو. 17 هين صدي جي مغلن، سنڌ م انتظامي حڪمت عملي بابت يوسف ميرڪ جو ڪتاب "مظهر شاهجهاني" بهترين دستاويز آهي، جيڪو پاڻ بہ سيوهڻ ۾ رهندو هو. انهيءَ دور م گورنر تڪڙا مٽبا رهيا، جنهنڪري مقامي قبيلا سخت مشڪل حالتن هيٺ رهيا. قلعي ڏي ڪنهن بہ گورنر جو ڌيان نہ رهيو، جنهنڪري هينئين شهر واري قلعي جي پت زبون ٿي ڪري پئي. يوسف ميرڪ لکيو تہ سيوهڻ هڪ پراڻي قٽل قلعي جو نالو آهي، جيڪو هڪ مٿانهين دڙي تي اڏيل آهي، هن قلعي سان 11

پرڳٺا ڳنڍيل آهن. قلعي جي ضعيف حالت ٻڌائي ٿي تہ قلعو هن دور ۾ تباهہ ٿيو هوندو. پوءِ جا مغل گورنر جيڪي (1657ع کان) 18 صدي عيسوي تائين حڪمران ٿي آيا، انهن جا نالا علي شير قانع ڏنا آهن. جن ۾ آخري مغل گورنر جو نالو ارشاد خان ڏسيو آ. جيڪو نادر شاهہ کان اڳ 1702ع ۾ مقرر ڪيو ويو هو. ان کان پوءِ ميان نور محمد ڪلهوڙي کي گورنري ملي.

**تهہ نمبر 8:** توڙي جو هي تهہ تمام گهٽو وڪريل ۽ تباهہ ٿيل آهي، پر پوءِ بہ ان تهن جي نسبت چڱو احوال ڏيڻ جي قابل آهي. هتان مغلن گورنر جي رهائش جي جاءِ جا آثار مليا آهن. لڳي ٿو هتان کان قلعو بلڪل ئي تباهہ ٿيو. قلعي جا ڪيترا حصا والار هيٺ ئي ڪو نہ ٿا نظر اچن. هن تهہ جي شروع ٿيڻ سان ئي مٽيءَ سان گڏ چار ۽ ڪوئلو ملي ٿو. والار جي هن تهہ (VIII الف) جي آخر ۾ باهہ لڳڻ جا نشان ڪچين اڏاوتن جي پٽين تي نظر اچن ٿا. مٿئين تهہ (VIII ب- 41.20-41.91 ميٽر) ۾ ڏٺو ويو تہ آبادي تمام چڊي آهي. ڏاتوگيري جو ڪم ڏاتو ڳارڻ جي ڀٽين ۽ ڏاتن جي مَرڪٽُ سبب ڪنهن حد تائين هلندڙ هيو. پر پوءِ هڪدم گم ٿي ويو. والار جو آخري تهہ تباهہ ٿيل (سطح 8 ث ۽ 8 د) مليو آهي، پر ڪاڏ سبب سڃاڻجي نہ ٿو سگهجي. هن پوئين سطح مان ملندڙ ٿانءَ گهٽو ڪري ڪاڏي پيتي جا آهن. جن تي ڳاڙهو چٽ چٽيل آهي. 7 تهہ ۾ ڪجهہ نفيس قالبي ڳاڙهي ٺڪر جا ٿانو مليا هئا پر ڪاري ۽ خاڪستري رنگ جو ٿانءُ ناپيد هو. هتي بہ ناپيد آهي. هڪ رنگا روغني ٿانو ملن ٿا. ڪجهہ روغني ڪاشي جون سرون بہ گورنر جي گهر ۽ وهنجڻ واري جاءِ وٽان مليون آهن.

8 الف تهہ مان نفيس ۽ ڳاڙهو ٺڪر مليو آهي، جيڪو وچولي ڪوالٽيءَ جو آهي، پر 8 ب تهہ تائين پهچندي پنهنجي نفاست وڃائي ڪجهہ کهڙو ٿي پيو. هن تهہ مان ملندڙ ٺڪر تي ٻيا نقش تہ آهن پر جانورن ۽ پکين جا نقش بلڪل ڪو نہ ٿا ملن.

هن دور ۾ ٿانو تي لڳل ڪنا ۽ منيا وڏا آهن. ٿانون ۾ ڪاڏي پيتي جا ٿانو، ڪنا، لوٽا وغيره ملن ٿا. قالبي ٿانون ۾ پاٽيءَ جون ناديون، مٽ خاص آهن. جيڪي هن دور ۾ وافر ملن ٿا. جن جي سطح تي بہ ابرڪ ۽ واري جو لپيو

ڏنل آهي. روغني ٿانوءَ سنو ۽ نفيس بہ ملي ٿو تہ کهرو ۽ ڪريل بہ آهي.

سيوهڻ جو قلعو سنڌ ۾ واحد ماڳ آهي، جنهن ۾ اسلامي دور جي ڪنيارڪي ڪم جي درجي بندي بنا ڪنهن خال جي ملي ٿي. 2 صدي هہ يا 8 صدي عيسوي کان 12 صدي هہ يا 18 صدي عيسوي تائين جو ڪنيارڪو ڪم محفوظ آهي. ڪنيارڪي ڪم جي هڪ تاريخ هتي دفن آهي. هتان ئي پتو پوي ٿو تہ هزار سالن ۾ سنڌ جي ڪنيارڪي ڪم ۾ ڪهڙيون جدتون آيون. ڪهڙي نواڻ آئي، ڪهڙو چٽ ڪهڙي دور ۾ وڌيو ويجهو يا ڪهڙو نمونو ڪهڙي دور ۾ ختم ٿي ويو.

ان ڪانسواءِ اسلامي سڄو دور جيڪو برصغير ۾ گذريو آهي، يعني اسلامي دور جي هڪ هزارن سالن جي تاريخ جا خال هتان پر ٿي سگهن ٿا. اسلامي دور جا انئي تهہ نهايت پرپور آهن. ڪٿي بہ ڪو خال ڪو نہ آهي. نڪر ڪانسواءِ سڪا، اڏاوتون ۽ صنعتي اهڃاڻ بہ هتي موجود آهن. ٿي سگهي ٿو تہ سڪندر اعظم جي دور وارو قلعو بہ هتي ئي ڪنهن ڪنڊ سان هجي. جنهن کي ڳولي سگهجي ٿو. پر حاڪم علي شاهہ بخاريءَ جي پڙهيل پيپر موجب:

(1) هن وقت موجود/ڏسڻ ۾ ايندڙ قلعو سڪندر يوناني جي وقت جو نہ آهي.

(2) قلعي جي هينان Graeco Bactrian جي آهي ۽ بنهہ پاڻيءَ ۾ ٻڏل آهي.

(3) قلعي جا آثار جيترا زمين جي سطح کان هيٺ آهن. ذري گهٽ اوترائي مٿي بہ آهن.

(4) بيو مليل قلعو راءِ گهراڻي جي دور جو آهي.

(5) قلعي واري هنڌ تي آخري آثار ورلي پر ڪلهوڙا دور جا بہ آهن.

جيئن تہ هن کوٽائي جي ڊائريڪٽر جي رپورٽ اڃا ڪا نہ ڇپي آهي. ان لاءِ ڪا حتمي راءِ ڏيڻ کان اڳ ان رپورٽ جو انتظار ڪجي، جنهن کي 10 سال (آخري کوٽائي 2002ع واري منڊ ۾ ٿي هئي) گذري چڪا آهن.

هن سان گڏ شامل: ضميمو الف ۽ ب.

كتابيات:

1. ’آئينِ اڪبري‘: ابوالفضل
2. ’تاريخ مبارڪ شاهي‘
3. ’مظهر شاهجهاني‘: يوسف ميرڪ
4. ’تحفة الڪرام‘: علي شير قانع
5. Excavation of Bhanbhore (Pakistan Archeology)
6. Excavation of Mansoorah (Pakistan Archeology)
7. Sindh through History and Representations: Edited by: Michel Boivin

**نوٽ:** ليکڪ سان گڏ ڪتاب قلندرم مستم جا مرتب تصويرون ڪڍڻ لاءِ آڪسفورڊ اداري جا ٿورائتا آهيون.

# ضميمو (الف)

سيوهڻ جي قلعي جي کوٽائي ڪيل انهن جي ماپ ۽ دورن جو وچور :

| سطح | | تهبندي (ميٽرن ۾) | دور |
| --- | --- | --- | --- |
| VIII | متاچرو | 45.75 / 43.10 | --- |
| | د | 43.10 / 42.50 | 12 هين صدي هه / 18 هين صدي عيسوي |
| | ث | 42.50 / 42.0 | --- |
| | ب | 41.90 / 41.20 | 11 هين صدي هه / 17 هين صدي عيسوي |
| | الف | 41.20 / 40.90 | 10 هين صدي هه / 1592ع کان پوءِ |
| VII | ث | 40.90 / 40.20 | 10 هين صدي هه / 16 صدي عيسوي |
| | ب | 40.41 / 40.00 | --- |
| | الف | 40.00 / 39.60 | 928هه / 22-1521ع |
| VI | د | 39.60 / 39.30 | 9 صدي هه / 15 هين صدي عيسوي |
| | ث | 39.35 / 38.80 | --- |
| | ب | 39.00 / 38.40 | --- |
| | الف | 38.50 / 37.75 | 7 صدي هه / 13 هين صدي عيسوي |
| V | ف | 38.13 / 37.25 | 7 صدي هه جو اوائل / 13 هين صدي عيسوي |
| | ق | 37.62 / 36.80 | 6 هين صدي هه / 12 هين صدي عيسوي |
| | د | 37.10 / 36.36 | 5 صدي هه جو ٻيو اڌ / 12 هين صدي عيسوي |
| | ث | 36.52 / 35.92 | 416-441هه / 1025-1050ع |
| | ب | 36.17 / 35.57 | --- |
| | الف | 35.82 / 35.10 | 5 صدي هه اوائل / 11 هين صدي عيسوي |
| IV | ث | 35.00 / 34.13 | 4 صدي هه / 10 هين صدي عيسوي |
| | ب | 34.13 / 32.67 | 3 صدي هه / 9 صدي عيسوي |
| | الف | 32.67 / 30.50 | 93 هه کان پوءِ / 12-711 عيسوي |

## ضميمو(ب)

مختلف دورن جي ٺڪر جو نمونو




سيوهڻ: ڳاڙهي چٽيل ٿانوَ جو نمونو




سيوهڻ: خاڪستري ۽ ڪاري ٿانءَ جو نمونو

# قلندري سلسلو ۽ قلندر شهباز رح

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي
ترجمو : ڊاڪٽر مخمور بخاري

[ حضرت قلندر لعل شهباز متعلق هن وقت تائين سواءِ ڪجهه ڪتابن جي باقي صحيح نموني سان ڪوبه تحقيقي ڪتاب اجان تائين سامهون نه آيو آهي، جنهن ۾ قلندر جي زندگي، خاندان، رهائش، سيروسياحت، متعلق مستند اڀياس ٿيل هجي. ]

لعل شهباز بابت جيڪي مستند ڪتاب ڳڻيا وڃن ٿا. انهن ۾، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جو ”قلندر نامہ سنڌي “ ۽ ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي جو ”سوانح حيات قلندر“ پروفيسر قاضي نبي بخش جو ”لعل شهباز قلندر“، انعام محمد جو انگريزي ۾ لکيل "Hazrat Lal Shahbaz Qalandar of Sehwan Sharif" قابل ذڪر آهن. ٻڌڻ ۾ اچي ٿو ته مرحوم جي الانا (G Allana) به انگريزي ۾ قلندر لعل شهباز بابت هڪ ڪتاب لکيو هو، پر ان ڪتاب متعلق وڌيڪ ڄاڻ نه پئجي سگهي آهي. قلندر سائين جي باري ۾ انهن معياري ڪتابن کان علاوه به سنڌ جي تاريخ جي ڪن اعتبار جوڳن ڪتابن.

مثال طور: تحفة الڪرام، ماثرالڪرام، اخبار الاخيار، لب تاريخ سنڌ ۽ ڪجهه ٻين ڪتابن ۾ پڻ ڪجهه نه ڪجهه احوال قلمبند ٿيل آهي ۽ ان کان سواءِ ڪي مختصر تاريخي ۽ تحقيقي جائزا پڻ مقالن جي صورت ۾ پيش ٿيندا رهن ٿا.

هنن صفحن ۾ اسان ناميارِي اديب ۽ دانشور مرحوم ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي جي اردو ڪتاب ”*پاڪستان ميں صوفيانہ تحريڪيں*“ مان ”طريقہ

قلندري" وارو پورو باب ترجمي جي صورت ۾ ڏئي رهيا آهيون جڏهن ته لعل سائين جي فارسي غزل جو سنڌي ترجمو مترجم طرفان شامل ڪيو ويو آهي. سنڌيڪار]

## "قلندري سلسلو"

قلندري: قلندري در اصل صوفيائي ڪرام جو ظاهر ڪيل هڪ اصطلاح آهي طريقت جي ان سالڪن کي قلندر چيو وڃي ٿو جن جو ظاهري عمل عام ماڻهن جي نظر ۾ ڪو گهڻو نه آهي. پر در حقيقت انهن جو قلبي عمل تمام گهڻو ٿئي ٿو. جيڪو عام ماڻهن کان پوشيده رهي ٿو. هو غير حق جي طرف ڪوبه توجهه نٿا ڏين. هو پنهنجن ارادن خواهشن ۽ تمنائن کي ڇڏڻ بعد به رضا ۾ راضي رهن ٿا ۽ ان ۾ ئي دلي سڪون حاصل ڪن ٿا. ان حوالي سان قلندري طريقي جا ٻه جز بيان ڪيا وڃن ٿا. هڪ عبادت ۽ ٻيو محبت. مقصد صرف هڪ ئي وڃڻ آهي، ٻين کي ڇڏي ڏيڻ گهرجي، انهن سان ڪوبه تعلق نه هئڻ گهرجي حضرت خواجه عبيدالله فرمايو آهي.

"خود کي خواهش کان پاڪ ڪرڻ. يعني نفس جي خلاف هئڻ ۽ جيئڻ حق تعاليٰ جي طرف کان آهي ان طرح ڪرڻ ئي قلندري طريقو آهي."

"قلندري ان کي چيو وڃي ٿو جيڪو تارڪ الدنيا هجي، مجرد هجي ۽ نفسياتي لذتن کان پري رهي."

ڪشف اللغات ۾ اچي ٿو ته : "قلندري ان کي چيو وڃي ٿو جيڪو پنهي جهانن کان آزاد هجي ۽ صرف معبود ۾ محو هجي.

غرض ته معرفت نفس. رضا جي راز ۾ راضي رهڻ. مقصد ته پنهنجي جذبات، خواهشات ۽ ارادن کي ترڪ ڪرڻ. دنيا جي بي فڪري وڏي همت. مسلسل جدوجهد قلندري طريقي جا بنيادي پهلوءَ آهن. ان ڪيفيت جو نالو مستي آهي ۽ مستي ئي قلندري طريقي جي سڃاڻپ آهي. علامه اقبال به قلندريت جو اهو مقصد بيان ڪيو آهي. اقبال جي نظر ۾ قلندر اهو ئي آهي جنهن جي دل ۾ دنيا جي خطرن ۽ مشڪلاتن جو خوف نه هجي. فرمائي ٿو:

هزار خوف هون ليڪن زبان هو دل ڪي رفيق،
يہ رها هي ازل سي قلندرون ڪا طريق.

قلندر ڪي جيڪا روحاني فتوحات حاصل ٿئي ٿي اها ڪنهن بادشاهہ جي فوجين کي بہ حاصل نٿي ٿي سگهي. علامہ اقبال چئي ٿو:

دبدبہ قلندري طنطنہ سڪندري
آن همہ جذبہ ڪليم اين همہ سحر سامري
اَن بہ نگاه سي ڪشد اين بہ سپاه مسي ڪشد
آن همہ صلح و اَتشي، اين همہ جنگ ودادري

مستي: قلندري طريقي جو راز مستي ۾ لڪيل آهي. مستي جي تعريف هن طرح ڪري سگهجي ٿي تہ "مستي جذباتي ۽ تصوراتي انسان جي همت جو مظهر آهي. جيڪا حق ۽ انصاف سان ظاهر ٿئي ٿي ۽ حالات جي دستور مطابق عمل جو رخ اختيار ڪري ٿي، جيڪا انديشن ۽ شڪ جي وهمن کان متانهين هوندي آهي. مقصد تہ مستي جو مفهوم نيڪ ۽ اعليٰ عمل ۾ پوشيده آهي ۽ عمل بہ اهو جو ناڪامي کان واقف ئي نہ ٿئي. ان ڪري ئي مستي جي سبب. زندگي مسلسل جدوجهد بڻجي وڃي ٿي ۽ اڻ ڳڻين انسانن جي روحاني، ذهني، اخلاقي ۽ سياسي اصلاح جو باعث بڻجي ٿي. حاصل مقصد تہ مستي عشق جي تمام متانهين منزل آهي. جوش، جذبو، محو رهڻ ۽ استغراق هن جون خصوصيات آهن.

حضرت سچل سرمست پنهنجي هڪ فارسي مثنوي "رهبر نامه " ۾ مستي جي تشريح هن طرح ڪئي آهي.

مستي آنست ڪہ از خود رهد
غافل از ڪار جهاني مي شود

يعني: مستي اها آهي، جيڪا انسان خود کان آزادي حاصل ڪري ۽ دنيا جي ڪاروباري کان بي خبر رهي.

هڪ ٻي جاءِ تي سچل سائين فرمايو آهي تہ سڀ دوست جذب و مستي جي عالم ۾ خود پرستي کان توبہ ڪرڻ لڳا.

يـاران هـمـہ جـذب و مسـتـي،
شـد تـوبـہ كـنـان زخـود پـرسـتـي

اهو ئي سبب آهي جو حضرت سچل سرمست، مستي کي ئي سڀ ڪجهہ سمجهي ٿو ۽ مستي ڪانسواءِ هر ڳالهہ بيوقوفي ۽ بي خبري تصور ڪري ٿو:

اين ڪہ مستي همہ ناقابل است
غـافـلـي و غـافـلـي و غـافـلـي است

هڪ صاحب حضرت علي ڪرم الله وجه جي تدبر ۽ عمل کي قلندر جي مستي جي بنياد قرار ڏئي ٿو. لکي ٿو تہ : حضرت ڪرم الله وجهہ عظيم مدبر هو جنهن قرآن شريف جي حڪمت حاصل ڪري دغا ۽ منافقت جي خلاف سخت جدوجهد ڪئي. هنن بدعتي ماڻهن جي بدڪردارين کي ظاهر ڪيو ۽ انساني معاملات ۾ صحيح صحت مند اصولن کي عملي صورت ۾ اسان جي سامهون رکيو.

**قلندري طريقو:** ”قلندر نامي جو مصنف حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جي دعويٰ آهي تہ حضرت قلندر شهباز مروندي سيوهاڻي جو سلسلہ قلندري حضرت زين العابدين جي نسب سان حضرت محمد صہ جن تائين پهچي ٿو، ڇاڪاڻ تہ اهو سلسلو سيد جمال کان حضرت علي بن موسيٰ رضا- امام جعفر صادق، امام زين العابدين ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهہ کان ٿيندو حضور صہ جن تائين پهچي ٿو.

گهڻن تذڪره نگارن قلندر شهباز جو سلسلہ طريقت قادري ٻڌايو آهي. تذڪرة الفقرا ۾ دارا شڪوه جو جيڪو شجرو آهي اهو لعل شهباز جي ذريعي حضرت غوث اعظم سيد عبدالقادر جيلاني تائين هن طرح بيان ڪيو ويو آهي.

”دار شڪوه مريد شاه بدخشي جو اهو مريد ميان مير سيوهاڻي جو اهو مريد حضرت سيوستاني جو اهو مريد شاهہ سڪندر جو، اهو مريد خواجہ خاني جو، اهو مريد سيد علي قادري جو، اهو مريد حضرت قلندر شهباز جو، اهو مريد شاهہ مجرد جو، اهو مريد ابوالسحاق ابراهيم جو، اهو مريد مرتضيٰ

سبحاني جو، اهو مريد حضرت احمد بن مبارڪ جو ۽ اهو مريد سيد عبدالقادر جيلاني جو."

**سيد جمال مجرد:** حضرت سيد جمال مجرد مصر جو عالم، فاضل ۽ بزرگ هو. خيرالمجالس ۾ حميد شاعر تحرير ڪيو آهي ته شيخ المشائخ نصرالدين محمود چراغ دهلوي فرمايو ته:

"سيد جمال مجرد هڪ مدت تائين مصر ۾ مفتي رهيو. اهل مصر ان کي "ڪتاب خانه روان" [ گهمندڙ ڦرندڙ ڪتب خانو] چون ٿا. جيڪو به مشڪل شرعي مسئلو ڪانئس پڇيو ويندو هو ته بغير ڪنهن ڪتاب ڏسڻ جي ان جو جواب ڏيندو هو. اوچتو هڪ دفعو ان تي اهڙو جذبو ۽ حالت طاري ٿي جو ڏاڙهي ۽ مڇون ڪوڙائي قبرستان هليو ويو ۽ هڪ چادر ويڙهي قبلي ڏانهن رخ ڪري حيرت زده ۽ ديوانه وار انداز ۾ اکيون آسمان ڏانهن ڪري ويهي رهيو."

سيد العارفين ۾ حامد بن فضل الله جمالي سندن نالو جمال الدين ساوجي لکيو آهي. جمالي لکي ٿو:

"مصر جي هڪ عالم کي جڏهن خبر پئي ته جمال الدين ساوجي جي اهڙي حالت ٿي وئي آهي جو ڏاڙهي ۽ مڇون ڪوڙائي تارڪ الصلوات ٿي بي هوش، حيران ۽ پريشان ٿي وينو آهي ته اهو عالم، جيڪو مصر جي عالمن جو بادشاهه هو، عالمن جي هڪ جماعت کي ساڻ ڪري مصر مان سيد جمال جي عبادت لاءِ ويو جڏهن سندن ان اها حالت ڏٺائين حڪم ڪيائين ته هنن کي ڀاتي وات م وڌو وڃي. اتي موجود ماڻهن ائين ئي ڪيو پر ڪوبه اثر نه ٿيو."

حامد بن فضل الله جڏهن سيرو ساحت بعد اتي پهتو ته جيڪو ڪجهه اتي ٻڌايائين اهو سڀ ڪجهه هيٺين ريت لکيائين:

"جڏهن آئون ان جڳهه تي پهتس، ته مون ان علائقي جي اڪابرن کان ٻڌو ته حضرت سيد جمال طويل عرصي تائين مصر ۾ رهيو . هو ڏاڍو خوبصورت ۽ نهايت باڪمال حسن جو مالڪ هو. جنهن طرح زليخا حضرت يوسف عليه السلام تي عاشق هئي، انهي طرح مصر جي اميرن مان هڪ رئيس جي زال حضرت جي حسن تي فدا هئي ۽ اڪثر اوقات سندن عبادت ۾

خلل انداز ٿيندي رهندي هئي. ان سبب سيد صاحب اڌ رات جي وقت مصر مان فرار ٿي 'دميات' جي مقام تي پهتو. جيڪو مصر کان اٺن ڏينهن جي مسافت تي ٿيندو. ان زماني ۾ اهو مقام حضرت يوسف جي وقت کان ويران هو. هو اتي گوشه نشين ٿي ويو ۽ دعا گهريائين ته اي پروردگار! هي حسن جيڪو منهنجي لاءِ فساد بڻجي رهيو آهي ان کي تبديل ڪر ته جيئن منهنجي طرف ڪو راغب نه ٿئي. ان دعا کان پوءِ جڏهن پنهنجا ٻئي هٿ پنهنجي چهري تي گهمايائين ته مڇون ڏاڙهي ۽ ڀرون سڀ ڪري پيون. سيد جمال ان بعد ان عورت کي گهرايو. جيڪا مٿس عاشق هئي. اها عورت خوشي مان جڏهن اتي پهتي ته سيد صاحب کيس پنهنجو چهرو ڏيکاريو ته ان عورت پنهنجو چهرو ٻي پاسي ڦيرائي ورتو. اهڙي ريت سيد صاحب ان عورت کان پنهنجي جان ڇڏائي حضرت جمال جي رحلت بعد جيڪو درويش سندن قائم مقام بڻيو. ان پنهنجي ڏاڙهي، مڇون ۽ ڀرون ڪوڙائي ڇڏيا ۽ اهڙو لباس زيب تن ڪيو.

سيد جمال جي مريدن ۾ سيد العارفين صاحب. بابا احمد اندبوسي ۽ سيد عبدالقدوس جا نالا ڪنيا آهن.

بابا احمد اندبوسي سرزمين آفريقا ۾ هڪ شهر آهي احمد جو القاد پوش حضرت جمال مجرد جي مريدن هڪ مريد دميات جي حضرت جمال جو روضو آهي انهن جي رهڻ جي جڳهه هئي جمالي دهلوي پنهنجي باري ۾ لکي ٿو ته هو اندبوس م پنج مهينا رهيو ۽ سيد جمال مجرد جي زيارت لاءِ دميات به ويو ۽ اتي پندرهن ڏينهن ڪن رهيو.

**سيد عبدالقدوس:** سيد صاحب موصل جو رهڻ وارو هو. حضور صه جن جي روضي اقدس ۾ حج بيت الله سان مشرف ٿيڻ بعد مصر پهتو ۽ اتان دميات پهتو. هُن حضرت جمال مجرد جي مقبري تي بابا احمد اندبوسي کان قلندري جو لباس پاتو. ان بعد حضرت غوث بهاؤالدين ذڪريا سان سندن ملاقات ٿي ۽ انهن کان فيض حاصل ڪيائين. حضرت ذڪريا کين پنهنجي خاص لباس سان مشرف ڪيو ۽ ڪجهه ڏينهن پنهنجي صحبت ۾ رکيو. سيد جمال بابت حضرت بهاؤالدين فرمايو ته:

”سيد جمال پنهنجي ڏاڙهي، مڇون ۽ ڀرون پنهنجي اختيار سان صاف نہ ڪرايا بلڪہ اهي ازخود ڪري پيون هيون.“

سيد عبدالقدوس جي روضي متعلق سيد العارفين جو صاحب لکي ٿو تہ انهن جو مقبرو قصبہ نائن ۾ آهي، جيڪو يزد ۽ اردستان جي وچ ۾ آهي، جمالي دهلوي خود اتي ويو هو ۽ مقبري جي زيارت ڪئي هئائين.

ڏاڙهي مڇون وغيره صاف ڪرڻ جي رسم : سيد جمال مجرد جي ڪري رائج ٿي. جڏهن بہ ڪو قلندري طريقت ۾ داخل ٿئي ٿو هو ڏاڙهي، مڇون، ڀرون ۽ مٿي جا وار ڪوڙائي ٿو.اها رسم اڄ بہ موجود آهي .

## ”حضرت قلندر شهباز“

**نالو ۽ لقب:** سندس اصل نالو سيد عثمان آهي ۽ هينيان سندس لقب هئا. لعل شهباز قلندر رحہ سيف السان، شمس الدين، مهدي، مخدوم. سندن شجره نسب حضرت اسماعيل جي ذريعي حضرت امام جعفر صادق تائين هن ريت پهچي ٿو.

”حضرت سيد عثمان مروندي بن سيد ڪبير بن سيد شمس الدين بن سيد نور بن سيد محمود بن سيد احمد بن سيد هادي بن سيد مهدي بن سيد منتخب بن سيد غالب بن سيد منصور بن سيد اسماعيل بن امام جعفر صادق عليہ السلام “

**ولادت:** حضرت سيد عثمان شهباز قلندر جو والد سيد ڪبير جمادي الثاني 501 (1108) م تولد ۽ سنہ 590 (1193) ۾ فوت ٿيو سندس مقبرو مرند (آذربائيجان) ۾ آهي. حضرت عثمان ”مروند“ ۾ تولد ٿيو سندس ولادت جي تاريخ ۾ اختلاف آهن هن تذڪرن ۾ سندن ولادت جون تاريخون، 538هہ، 552هہ ۽ 573هہ ملن ٿيون. پاڻ قرآن شريف بہ حفظ ڪيو ۽ عربي فارسي ۾ مهارت حاصل ڪئي.

**تعليم ۽ روحاني تربيت:** ماثرالڪرام جي روايت آهي تہ جڏهن جواني جي پهرئين ڏاڪي تي قدم رکيائين تہ بابا ابراهيم جي خدمت ۾ حاضر ڪماليات تي پهتو.

**سياحت:** ان کان پوءِ پاڻ سيرو سياحت لاءِ نڪتو اسلامي دنيا جا گهڻائي ملڪ گهمي ڏٺائين. ڪعبت الله وجي حج بہ ادا ڪيائين. بغداد مان ٿيندو، ڪيچ مڪران جي رستي کان سنڌ ۾ داخل ٿيو ۽ سنڌ جا مختلف علائقا گهمي ڏٺائين. ان کان علاوه دين جي تبليغ خاطر ملتان گجرات ۽ برصغير پاڪ وهند جا مختلف علائقا بہ گهميائين.

**سنڌ ۾ آمد:** ملتان ۾ حضرت غوث بهاؤ الحق ذڪريا ملتاني سان مليو ۽ ان جي صحبت ۾ رهيو ۽ ان سان گڏ ئي سنڌ جو دورو ڪيو. تذڪرن ۽ تاريخن ۾ چار يارن جي گڏجي سنڌ ۽ ملتان جي سيرو ساحت مشهور آهي.

اهي چار دوست آهن: غوث بهاؤ الحق ذڪريا ملتاني حضرت قلندر شهباز، حضرت سيد جلال الدين حيدر سرخ بخاري ۽ حضرت خواجہ فريد الحق گنج شڪر سيرؤ سفر کان قلندر لعل سيوهڻ ۾ سڪونت پذير ٿيو. حضرت غوث العالم جي وفات بعد پوءِ وري ملتان ويو ۽ حضرت صدرالدين عارف سان مليو. ان وقت ملتان جو گورنر شهزاده محمد هو. جيڪو بزرگن جو بيحد احترام ڪندڙ هو. ان هڪ پيري محفل سماع پنهنجي دربار ۾ منعقد ڪئي. جنهن ۾ حضرت قلندر لعل شهباز ۽ صدرالدين عارف بہ شريڪ ٿيا. ان موقعي تي شهزادي محمد حضرت لعل شهباز کي ملتان ۾ ئي سڪونت پذير جو عرض ڪيو. پر پاڻ انڪار ڪندي سيوهڻ ۾ رهائش کي ترجيح ڏنائين. ان کان پوءِ ملتان مان سنڌ اچڻ بعد رشد وهدايت جو سلسلو جاري رکيو جنهن سان لکن جي تعداد ۾ ماڻهو صحيح ۽ حق جي راهہ تي آيا ۽ گهڻائي ماڻهو سندن هٿ تي بيعت ڪري مسلمان ٿيا. قلندر شهباز نہ رڳو سيوهڻ پر سنڌ جي سمورن شهرن ۾ سخت جدوجهد ڪري برائين کي ختم ڪيو. اخلاقي اقدار بحال ڪيا ۽ هڪ صالح ۽ صحتمند معاشري جي تشڪيل ڪندي ماڻهن جي دلين ۾ اسلام ۽ روحانيت جي جوت جلائي. خاص طور حضرت غوث بهاؤالحق ملتاني سان گڏ سنڌ ۾ اسلام جي تبليغ ڪئي ۽ روحاني ۽ اخلاقي اقدار ڦهلائڻ جي لاءِ وڏي جدوجهد ڪئي. ائين ٿو لڳي جڻ حضرت قلندر شهباز جو سنڌ ۾ اچڻ جو اهو ئي مقصد هو تہ هتان جي ماڻهن جي روحاني ۽ اخلاقي اصلاح ڪئي وڃي ۽ اها بہ حقيقت آهي تہ پاڻ

اهو ڪم بخوبي سرانجام ڏنو. ان سلسلي ۾ پاڻ سنڌ جي مختلف علائقن جا دورا ڪري ماڻهن کي فيضاب ڪيو. سندن شخصيت ۾ ايتري تہ ڪشش هئي جو ماڻهو ازخود سندن طرف ڇڪجي ايندا هئا.

**وفات:** قلندر شهباز جي وفات جي تاريخ بہ جنم تاريخن جيان اختلاف جو شڪار آهي. اڪثر جڳهن تي سندن وفات جي تاريخ 650 هہ (1252ع) لکيل آهي ۽ ڪن جاين تي لکيل آهي تہ سيوهڻ ۾ پنهنجي وفات جي هڪ سال پهرئين آيو. حقيقت ۾ اهو سن وفات صحيح نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ برني جي تاريخ فيروز شاهي ۾ ملتان ۾ بلبن جي فرزند شهزاده محمد سان سندن ملاقات جو ذڪر ملي ٿو ۽ اها ملاقات حضرت غوث العالم جي وفات بعد هڪ اندازي مطابق سنہ 669هہ ۾ ٿي. اندازي مطابق پاڻ سيروساحت بعد سنہ 649هہ (1251ع) ۾ ٿي سيوهڻ آيو هوندو ۽ رهائش اختيار ڪئي هوندائين. هن کان پهرئين بہ ملتان وڃي چڪو هو ۽ حضرت غوث العالم سان گڏ سيروساحت بہ ڪئي هئائين. سن 669هہ ۾ ٻيهر ملتان ويو ۽ واپس اچي سيوهڻ ۾ ئي سڪونت پذير ٿيو ۽ ان بعد ئي وفات ڪيائين.

حضرت شيخ جو مقبرو سنہ 757هہ (1356ع) ۾ فيروز شاهہ تغلق جي طرفان سيوهڻ جي گورنر ملڪ اختيار الدين ٺهرايو. ان کان پوءِ اڪبر بادشاهہ جي زماني ۾ سنڌ جي حاڪم مرزا جاني بيگ وري نئين طريقي سان مقبرو ٺهرايو. جنهن جي مرمت مرزا جاني جي پٽ مرزا غازي بيگ ڪرائي، ڪلهوڙا دور حڪومت ۾ سنڌ جي حاڪم ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي 1173 هہ ۾ خانقاهہ ۾ پٿر جو فرش لڳرايو وڏو دروازو جوڙايو ۽ علم بہ لڳرايو.

سندن خليفن ۾ سيد سرمست سيد علي سيوستاني مخدوم علي سيوستاني. سيد عبدالوهاب. سيد عبدالله شاهہ علوي، سڪندر بودلہ، مير ڪلات پورو پنو لعل بکر ۽ لعل موسيٰ جا نالا قابل ذڪر آهن. ان کان علاوه سندن درگاهہ جي زيارت لاءِ جيڪي بزرگ ايندا رهيا، انهن ۾ حضرت مخدوم بلاول، حضرت شاهہ عبداللطيف، حضرت قادر بخش بيدل روهڙي وارو ۽ ان جو فرزند محمد محسن بيڪسن جا نالا قابل ذڪر آهن.

**شاعري:** اڪثر تاريخن ۽ تذڪرن ۾ قلندر شهباز جو فارسي ڪلام

ملي ٿو. ان کان علاوه "ديوان راجا" بہ سندن نالي منسوب آهي هي شعر تحقيق کان پوءِ ڪنهن ٻي شاعر جا معلوم نٿا ٿين. انهن فارسي غزل مان چونڊ غزل پيش ڪجن ٿا.

رسيد م من بدريائي ڪہ موجش آدمي خوارست
نہ ڪشتي اندر ان دريا نہ ملاح عجب ڪا رست

—

شريعت ڪنفتي باشد طريقت باديان او
حقيقت لنگري باشد ڪہ راه فقر دشوار ست

—

چو آتش جملہ خون ديدم بترسيدم ازان دريا
بدل گفم چرا ترسي گذر بايد ڪہ نا چار است

—

انداز حق چنين آمد مگر ازجان مي ترسي
هزاران جان مشتاقان درين دريا نگوساراست

—

بگفتم من بهي آيم مگر بستر جو غواصا
جہ ترسم از نهگاني ڪہ گل پيوست باخاراست

—

آيا عثمان مُروندي سخن با پرده دارا ڪو
نيابي درجمان ياري پر اغيار است

—

ز عشق دوست هر ساعت درون نارمي رقصم
گهي درخاڪ مين غلطم گهي برخار مين رقصم

—

شدم بدنام در عشقش بيا اي پارسا اڪنون
نمي ترسم ز رسوائي بي هر بازار مي رقصم

—

بیا اي مطرب وساقي سماع و شوق را درده
کہ من د ّشادي و صلش قلند ّوا ّمي ّقصم

—

اگر صوفي شدن خواهي بيانا خرقہ پوشم
اگر زنار بربستند بہ این دیدار مي رقصم

—

مرا مخلوق مي گويد گدا چدمي رقصم
بدل داريم اسراري ازان اسرار مي رقصم

—

خلائق گر کند برض ملامت زین سبب پردم
مگر تازم براین ذوقیک پیش یار مي رقصم

—

منم عثمان مروندي کہ يار خواجہ منصورم
ملامت میکند خلقي من بردار مي رقصم

—

من آن درم کہ دربحر جلال الله بود اسستم
بکوه طور باموسيٰ کليم الله بود اسستم

—

بہ آبي زنده هم يودم بہ خضري زنده بود استم
بہ سکندر در آن لشکر بہ گاه بود استم

—

گهي برتخت گريا نم گهي بردار خندانم
گہ در مذهب ترسا بسي محنت کشيد استم

—

دو صد جامہ کهن کردم لباس فقہ پوشیدم
بر آن برجي کہ من بودم هزاران یک رسید استم

—

اجا عثمان مروندي چرامستي در اين عالم
بجز مستي و مدهوشي و گر چيزي نہ دانستم

—

كمند عشقش درگردن مرا مسرور و خوش آيد
خم و خمار و خهرم همہ ازان مخمور و خوش آيد

—

تجلي جلالم كرد موسيٰ رابہ بي هوشي
بہ هين كار جلالم راک چون بر طور خوش آيد

—

بيا اي مرد رازبين ازين جاتو چرا لرزي
شهنشاهم بزم من همہ مذكور خوش آيد

—

قلندر من ز شهباز مرا آشيانہ گونا گون
بهر جامي روم آنگاهہ يامن نور خوش آيد

فارسي غزل جو شعر وار سنڌي نثري ترجمو هن ريت آهي.

آءُ ان دريا جي ڪپر تي آهيان
جنهن جي ڇولي ۾ جان جو خطرو آهي

—

ان ۾ نہ ٻيڙي آهي نہ ملاح تو ڏسجي
هتي بس هڪ عجيب قسم جي ارچڻ آهي

—

شريعت ٻيڙي آهي طريقيت ان جو بادبان
حقيقت جي لنگر ڪانسواءِ فقيري جي راهہ اوکي آهي.

—

درياءُ ۾ پاڻي بدران رت ڏسي ڏجي ويس
دل ۾ چيم ڏجڻ ڇا جو هاڻ تہ پار وجڻو آهي

—

از غيبي آواز آيو تہ شايد تون، ڏجين پيو
هتي تہ هزارين عاشق جان ڏئي هليا ويا آهن.

—

جواب ڏنم تہ اجهو سندرو ساهي اچان پيو
پر ڪو نہ ٿو ڏجان جتي گل آهي اتي خار بہ هوندو

—

عثمان مروندي پردي دارن سان ڳالهاءِ
جو هتي يار تہ خير پر اغيار گهڻئي ڏسجن پيا.

(شاهباز نامہ، مترجم- مخدوم غوث محمد گوهر -- 92 الڪبير اڪيڊمي ڪوٽڙي ڪبير 1993ع)

فارسي غزل جو شعر وار سنڌي نثري ترجمو هن ريت آهي.

يار جي عشق ڪان مچ ۾ پيو ناچ ڪريان هر دم
ڪڏي خاڪ ۾ پيو نچان تہ ڪڏهن گل تي نچان پيو

—

عشق ۾ بدنام آهيان اي پارسا اچي ڏس!
خواري ڪان نہ پيو ڏجان بازار ۾ بيهي نچان پيو

—

هلي آءُ مطرب اچي شوق واري محفل مچاءِ
جو آءُ وصل جي شوق ۾ قلندر وانگي نچان پيو

—

صوفي تيس تہ گودڙي پائي نروار تيس
وري زنار پائي انهيءَ روپ ۾ نچي رهيو آهيان

—

خلق پئي پڇي تہ پلا ايترو ڇو پيو نچين
چوان تو سڀ اسرار آهي جنهن لاءِ نچان پيو

—

ماڻهو جيڪڏهن مون تي کلن ٿا تہ پلي کلن
آءٌ تہ پنهنجي يار اڳيان مستي ۾ نچان پيو

—

آءٌ عثمان مروندي خواجہ منصوره جو يار آهيان
خلق عجب ۾ آهي تہ ڦاهي تي بہ نچي رهيو آهيان

(شاهباز نامہ- مترجم - مخدوم غوث محمد گوهر ص 96- الڪبير اڪيڊمي ڪوٽڙي ڪبير- 1993ع)

فارسي غزل جو شعر وار سنڌي نثري ترجمو هن ريت آهي:

آءٌ اهو موتي آهيان جو الاهي بحر ۾ هوس
هوڏانهن طور تي بہ موسيٰ سائم هيڪاندو هو

—

آءٌ خضر سان آب حيات وٽ گڏ هوس
تہ سڪندر جي لشڪر گاهہ سان بہ موجود هوس

—

ڳهڙي تخت تي پيو روئان تہ ڳهڙي ناهي تي پيو ڪلان
مون جيڪي عجائب ڏٺا اهي ڪنهن نہ ڏٺا هوندا

—

ڪيئي جاما پراڻا ڪري فقيري لباس پهريم
آءٌ جتي رهيس اتي هزارن مان ڪو هڪ هوندو

—

عثمان تون هن بي بقا عالم تي چو پيو تڏين
اسان وٽ تہ مستي ۽ سرمستي جو سامان آهي.

—

(شاهباز نامہ - مترجم - مخدوم غوث محمد گوهر ص 94 الڪبير
اڪيڊمي ڪوٽڙي ڪبير 1993ع)

فارسي غزل جو شعروار سنڌي نثري ترجمو هن ريت آهي

مونکي عشق جو ڳٽ ڳچي ۾ راس آيو
ان ڪري خمار ۽ خم ميخاني ۾ راس آيو

—

منهنجي جلال جي جلوي موسيٰ کي بہ بيهوش ڪيو
اهو جلوو طور تي بہ راس آيو

—

اي مرد هي راز ڏسين چو تو ڊجين
مون شهنشاهہ کي اهو ئي مذڪور راس آيو

—

آءُ قلندر شهباز آهيان منهنجا ڪيئي تاڪ آهن
مون کي جتي ڪتي جو پاڻي ۽ سوجهرو راس آيو.

(شاهباز نامہ- مترجم- مخدوم غوث محمد گوهر ص 86- الڪبير
اڪيڊمي ڪوٽڙي ڪبير 1993ع.

### مصنف جا ڪم آندل ماخذ

عربي

ابن خلڪان: وفيات الاعيان – قم (ايران)

فارسي- (قلمي)

1. آجو قتال: ديوان آجا- 1. پنجاب يونيورسٽي لائبريري لاهور

2. قاضي علي اڪبر درازي لائبرير ڙوهڙي

3. هڪ بيو قلمي نسخو.

(2) قادر بخش بيدل روهڙي وارو (1) سندالموحدين (2) رموزالعارفين (3) تاريخ هائي.

فارسي مطبوعہ

1. حميد شاعر: 'خيرالمجالس' مرتبہ خليق احمد نظامي علي ڳڙهہ 1959ع

2. خداداد خان: لب تاريخ سنڌ. مطبع رياض هند امرتسر 1900ع

3. عبدالقادر ٺٽوي: حديقہ الاولياءِ مرتب: پير حسام الدين راشدي. سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي 1967ع

4. علي شير قانع: مقالات الشعراءِ مرتب: پير حسام الدين راشدي. سنڌي ادبي بورڊ 1957ع

5. علي شير قانع: مڪلي نامہ مرتب : پير حسام الدين راشدي. سنڌي ادبي بورڊ 1967ع

6. عبدالغفور بن حيدر سيوستائي : تذڪره مشائخ سيوستان (تاليف 1039) مرتب پيرحسام الدين راشدي (ٽماهي مهراڻ جلد 23 نمبر 3-4 سال 1974ع)

7. غلام سرور لاهوري: خزنية الاصفيا. نولشڪور لکنؤ 1914ع

8. غلام علي آزاد بلگرامي: ماثرالڪرام. آگره 1910ع

9. فريد بکري: ذخيرة لخونين. مرتب: ڊاڪٽر معين الحق پاڪستان هسٽاريڪل سوسائٽي ڪراچي 1961ع

اردو

1. اعجازالحق قدوسي: تذڪره صوفيائي سنڌ. اردو اڪيڊمي ڪراچي 1959ع

2. جامي عبدالرحمٰن مولانا: نغمات الانس. اردو ترجمو 1982ع

3. جي-بي- استرينج جغرافيه خلافت مشرقي. اردو ترجمو حيدرآباد دکن 1930ع

4. حامد بن فضل الله جمالي: سيد العارفين. اردو ترجمو. مرڪزي بورڊ لاهور 1972ع

5. دارا شڪوه سيڪنة الولياءِ اردو ترجمو. پيڪجز لميٽيڊ لاهور 1971ع

6. سراج عنيف: تاريخ فيروز شاهي . اردو ترجمو. نفيس اڪيڊمي ڪراچي 1963ع

7. محمد غوثي شطاري مانڊوي: گلزار ابرار. اردو ترجمو 1326هہ (1908ع)

8. محمد اڪرام شيخ. آب ڪوثر. فيروز سنز لاهور 1965ع

9. هشت. بهشت، اردو. (مجموعہ ملفوظات مشائخ چشت)
10. وحيد احمد مسعود : سوانح بابا فريدالدين گنج شڪر. ڪراچي 1965ع

سنڌي

1. برٽن: سنڌ ۽ سنڌو ماٿري ۾ وسندڙ قومون. سنڌي ترجمو: محمد حنيف صديقي سنڌي ادبي بورڊ 1971ع
2. حڪيم فتح محمد سيوهاڻي: قلندر نامہ سنڌي.
3. ضياءالدين بلبل: ضياءالقلندر، قلندر شهباز ميموريل ڪميٽي سيوهڻ 1965ع
4. علي شير قانع ٺٽوي: تحفة الڪرام، سنڌي ترجمو. سنڌي ادبي بورڊ 1957ع
5. مير معصوم بکري: تاريخي معصومي: سنڌي ترجمو. سنڌي ادبي بورڊ 1953ع
6. مولائي شيدائي رحيم داد خان : جنت السنڌ. سنڌي ترجمو. سنڌي ادبي بورڊ 1958ع
7. گدومل هرجاڻي: ديوان بيدل. سکر 1940ع
8. دين محمد وفائي مولانا: تذڪره مشاهير سنڌ (ٽئي جلد) سنڌي ادبي بورڊ
9. قليچ بيگ مرزا: قديم سنڌي. حيدرآباد 1925ع
10. ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ڊاڪٽر: تذڪره شهباز. سنڌي ادبي اڪيڊمي لاڙڪاڻو 1969ع

# قلندر لعل شهباز جي ملتان ۾ آمد

## سندس دوست ۽ ملتان جي دربار تي اثر

محمد پُنهل ڏهر

قلندر لعل شهباز جو مشهور نالو "عثمان مروندي" آهي. چند تذڪرن ۾ سندس نالو "حسين" بہ ڄاڻايل آهي، تذڪره نگارن لکيو آهي تہ سندن والد بزرگوار سندن نالو شاهہ حسين رکيو . ڇاڪاڻ تہ سيد ابراهيم (والد) کي انهي نئين مولود جي بشارت امام حسين عليه السلام جي روضي مان ملي هئي. قلندر شهباز جڏهن ٻاهر گهمڻ ڦرڻ جهڙا ٿيا تہ تڏهن سندن نانو سائين، جو انهي وقت جو برسر اقتدار حڪومت هو، تنهن قلندر سائين کي شاهہ حسين جي بدران سيد عثمان سڏيو ۽ ٻين کي بہ تاڪيد ڪيو تہ هن معصوم کي شاهہ حسين نہ سڏيو، متان هن کي شيعو سمجهي دشمن ماري نہ ڇڏين."

(1) لعل شهباز- قلندر-سيف السان، شمس الدين، مهدي ۽ مخدوم سندس لقب آهن. لعل شهباز جي والد جو نالو ڪتابن سيد ابراهيم ڪبيرالدين جوابي، ڪبيرالدين ۽ حسن ڪبير الدين لکيو آهي.

(2) قلندر لعل جو سلسلہ نسب حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام جي وڏي پٽ حضرت اسماعيل سان وڃي ملي ٿو. قلندر لعل جي ولادت جي هنڌ يا آبائي ڳوٺ، ولادت جي سال ۽ وفات جي سال ۾ بہ اختلاف آهي، مؤرخن سندس ولادت جو هنڌ يا ڳوٺ جو نالو "مرند، مروند، مهمند ۽ ترمذ" لکيو آهي، سندس ڄمڻ جو سال 538ھ، 552ھ، 561ھ بہ لکيو ويو آهي.

(3) قلندر لعل شهباز جو آخري آرامگاهہ سيوهڻ شريف ۾ آهي. جتي هر سال ڏام ڌوم سان ميلو لڳندو آهي. ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان هزارن

جي تعداد ۾ ماڻهو ميلي ۾ شريڪ ٿين ٿا.

## قلندر لعل جي ملتان ۾ آمد

جيئن ته منهنجي مقالي جو عنوان ”قلندر لعل شهباز جي ملتان ۾ آمد. سندس دوست ۽ ملتان جي دربار تي اثر“ آهي. تنهنڪري پهريائين ان ڳالهه تي روشني وجهندس ته قلندر لعل ملتان ۾ ڪڏهن آيو؟ ڇاڪاڻ ته ڪن مؤرخن لکيو آهي ته قلندر شهباز بلوچستان واري رستي پهريائين سنڌ ۾ آيو ۽ پوءِ ملتان ويو. ٻين وري لکيو آهي ته پهريائين ملتان ۾ آيو ۽ پوءِ سنڌ ڏانهن ويو.

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر طاهر تونسوي ۽ مشتاق مسرور باريچو جي لکڻ مطابق قلندر پهريائين سنڌ ۾ آيو ۽ پوءِ ملتان ويو. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد لکي ٿو ته ”حضرت شهباز سائين مڪران مان ٿي پسني مان لنگهيا. ان ڪانپوءِ سفر ڪندو سنڌ ۾ آيو ۽ سنڌ گهمي هوندائين، انهي سفر جي دوران سيوهڻ ۾ به آيو هوندو. ان ڪانپوءِ سيرو سفر ڪندو ملتان ويو هوندو.“

ڊاڪٽر طاهر تونسري لکي ٿو ته ”یہ بات طے ہے کہ حضرت لعل شہباز قلندر کو سیر و سیاحت کا بڑا شوق تھا اور سندھ کا سفر کر کے سیہون اور پھر ملتان آئے؟

مشتاق مسرور باريچو لکي ٿو ته ”حضرت لعل شهباز قلندر مهراڻ کان بعد بلوچستان جي رستي سنڌ پهتا. پر قدرت کي اجا اها ڳالهه منظور نه هئي ته پاڻ پنهنجي اصلي هنڌ (سيوهڻ) ۾ ترسن. ان ڪري پاڻ ڪجهه ڏينهن سنڌ ۾ ترسيا ۽ ننڍي ڪنڊ جي ڪجهه ناميارن بزرگن جي روحن کان روحاني فيض حاصل ڪرڻ لاءِ مارواڙي جي سرزمين کي طئي ڪندا. سلطان الهند حضرت خواجه معين الدين چشتي اجميري جي خدمت ۾ اجمير شريف حاضر ٿيا.“ هڪ ٻيو مؤرخ لکي ٿو ته ”قلندر لعل شهباز بغداد ۾ ڪجهه عرصو رهي، اُتي جي علمائن ۽ مشائخن سان صحبتون ڪري مڪران جي رستي سنڌ جي حدن ۾ داخل ٿيا ۽ پنهنجي ساٿين کي سيوهڻ جي طرف روانو ڪري پاڻ ملتان ڏي رُخ رکيائون.“ (4) مٿين مؤرخن جي لکڻ مطابق قلندر شهباز پنهنجي آبائي وطن کان نڪرڻ بعد مختلف ملڪن ۽ شهرن جو سير سفر

ڪندو، مختلف بزرگن سان ملندو ۽ انهن کان فيض حاصل ڪندو. مڪران ۽ بلوچستان رستي پهريائين سنڌ ۾ آيو ۽ پوءِ ملتان ويو.

محمد پريل سولنگي لکي ٿو ته"قلندر لعل بغداد کانپوءِ ڪيچ مڪران جي رستي هندستان روانا ٿيا ۽ ملتان ڏانهن ويندي، مڪران جي ماٿري پنجگور جي ميدان ۾ ڪجهه وقت رهي چلا ڪيائون. پسني کان سفر ڪندا پاڻ ملتان ۾ اچي پهتا."ڪريم بخش خالد لکي ٿو ته

" بغداد میں قیام کے بعد سید عثمان نے مکران کے رستے ہندستان کا رخ کیا اور راستہ میں وہ دریائے رخشاں کے کنارے پنجگور وادی کے سرسبز خطہ میں ٹھرے، اس خطہ کو اب بھی دشت شہباز کے نام سے یاد کیا جاتا ہے۔ اس کے بعد حضرت شہباز نے سندھ پہنچنے کے لئے سندھ ایران کا قدیم پہاڑی راستہ اختیار کیا۔ سندھ کے سرحدون میں داخل ہونے کے بعد حضرت شہباز سیوہن تشریف لائے جو سندہ کا قدیم اور متبرک شہر تھا"

محمد پريل سولنگي ۽ ڪريم بخش خالد جي انهي لکت مان قلندر شهباز جو سنڌ ۾ اچڻ ته معلوم ڪونه ٿو ٿئي ليڪن. مڪران جي پنجگور ماٿري ۾ اچڻ ۽ پسني رستي ملتان ڏانهن وڃڻ مان ثابت ٿئي ٿو ته قلندر لعل ملتان ۾ پهچڻ کان اڳ سنڌ جي حدن ۾ ضرور داخل ٿيو هوندو. ڇاڪاڻ ته مڪران ۽ پسني مان گذرڻ کانپوءِ ملتان وڃڻ لاءِ پهريائين سنڌ جي حدن مان ئي گذرڻو پوي ٿو.

مٿين حوالن جي برعڪس ڊاڪٽر عبدالخالق راز سومرو، پنهنجي مقالي "سيد عثمان لعل شهباز قلندر" ۾ لکي ٿو ته "حضرت لعل شهباز پاڻيپت ۾ حضرت بوعلي قلندر جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. جتي سندس نظر فيض هيٺ سلوڪ جون منزلون طئي ڪيائين ۽ قلندري رمزن سان رڱجي لعل ٿي ويو. حضرت بوعلي قلندر کين فرمايو ته اي عثمان! تون لعل شهباز آهين، تون اسان جو دوست آهين، توسان محبت ڪريون ٿا. اوهان کي مشورو ڏيون ٿا ته هِت هندستان ۾ ٽي سو قلندر موجود آهن، تنهنڪري اوهان سنڌ ملڪ ڏانهن هليا وڃو، جتي الله جي بندن کي اوهان کان فيض ملڻو آهي. ان کانپوءِ حضرت لعل شهباز قلندر لاهور ۾ حضرت داتا گنج بخش علي

هجويري جي مرقد عاليہ تي چاليھہ ڏينهن قيام ڪيو. هن سفر دوران سيالڪوٽ جي بزرگ حضرت امام علي الحق جي مزار تي بہ حاضري ڏنائين. ان کان بعد پاڻ ملتان ۾ آيو. حضرت قلندر شهباز ملتان کانپوءِ سنڌ ۾ سيوهڻ شريف ۾ تشريف فرما ٿيو."

مولوي محمد صديق لاکو پنهنجي مقالي "سنڌڙي جو سرتاج لعل شهباز قلندر" ۾ صرف ايترو لکيو آهي تہ "حضرت لعل سائين کي جڏهن بابا ابراهيم کان اجازت ملي تہ افغانستان جي راھہ کان هندستان ۾ وارد ٿيا ۽ اُتي عالمن ۽ بزرگن سان روح رهاڻيون ڪيائون. حضرت قلندر شهباز تمام گهڻي سفر ڪرڻ کانپوءِ پنهنجي مرشد جي حڪم جي پوئيواري ۾ هڪ روايت موجب همعصر قلندر بوعلي پاڻيپتي جي مشوري تي بہ سيوستان ڏانهن اُسهيو. پنهنجي آمد سان شهر سيوهڻ کي رونق بخشيائون.

مولوي عبدالحئي لکي ٿو تہ" قلندر لعل کي دهلي، پاڻيپت ۽ ملتان جي بزرگن جي صحبت کين انهي منزل تي پهچايو هو. جو هو هاڻي پنهنجي اصلي منزل گاھہ طرف وڃن ۽ انهي هنڌ جي رهاڪن کي دين اسلام جي تعليم سان سنوارين ۽ پنهنجي فيض بابرڪت جي ذريعي سندن اخلاق ۽ اعمال سڌارين. ان کان سواءِ سندن زندگي جي بڌل ٻيڙي کي تاري کين رب جي راھہ تي آڻين تہ جيئن هو آئنده الله ۽ رسول جي حڪمن جي تعميل ڪندي، پنهنجو دين ۽ دنيا سڪارتا ڪن. انهي ڪري حضرت لعل شهباز جن پنهنجي رب جي فرمودي موجب ملتان شريف کان سيوهڻ شريف ۾ تشريف فرما ٿيا. يعني پنهنجي اصلي منزل ۽ دائمي آرامگاھہ تي پهتا"

مٿين حوالن جي روشني مان ثابت ٿئي ٿو تہ قلندر لعل شهباز پنهنجي آبائي ماڳ مان نڪري سير ڪندو، هندستان ۽ پنجاب جا مختلف شهر گهمندو ڦيرائين ملتان آيو ۽ پوءِ اُتان سيوهڻ يعني سنڌ ۾ آيو. هاڻي ڏسون تہ لعل شهباز ملتان ۾ ڪڏهن پهتو. ڪريم بخش خالد، ڊاڪٽر عبدالرزاق راز سومرو ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي لکن ٿا تہ "قلندر سائين 662ھہ (1264ع) ۾ ملتان ۾ آيو."

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي لکي ٿو تہ"قلندر شهباز ڦيريون

پيرو ملتان ۾ 642ھ کان بہ اڳ ويا هوندا. چاڪاڻ تہ تحفة الڪرام ۾ لکيل آهي تہ حضرت غوث بهاؤالحق ۽ سندس فرزند صدرالدين عارف سان گڏجي سير ۽ سفر ڪندي ٺٽي جي پير پٺي سان ملاقات ڪيائون. پير پٺي 642ھ ۾ وفات ڪئي."

انهي ڳالھ جي تصديق حبيب الله صديقي هن طرح ڪري ٿو تہ" قلندر لعل شهباز سال 644 ھ يعني 1246ع م ملتان کان آچ. اتان بکر ۽ پوءِ پاٽ آيو ۽ ڪافي مريد ڪيائين." وري بئي هنڌ لکي ٿو تہ"سال 646 ھ ( 1248ع) کان اڳ پير پٺي سان جيل جي غار ۾ شيخ بهاءُ الدين ذکريا جي ملاقات ٿي. جڏهن هو پنهنجي معروف يارن سميت اُتان اچي لنگهيو." (9) ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ۽ حبيب الله صديقي جي مٿين حوالن جي روشني مان ثابت ٿئي ٿو تہ قلندر شهباز 642 ھ کان بہ اڳ ملتان پهتو هو ۽ پوءِ پنهنجي مشهور ٽن دوستن ۽ بهاؤالدين جي پٽ مخدوم صدرالدين عارف سان گڏجي سنڌ ۾ آيو ۽ 642 ھ ۾ يا اُن کان بہ ڪجھ اڳ ٺٽي م اچي. پير پٺي سان ملاقات ڪيائون ۽ بعد ۾ ٻيو پيرو 662 ھ م ملتان ويو. محمد پريل سولنگي لکي ٿو تہ" قلندر شهباز 649 ھ يا انهي کان بہ هڪ سال اڳ 648 ھ ۾ ملتان آيا هوندا." اهڙي طرح مٿين اقتباسن مان معلوم ٿيندو تہ قلندر لعل شهباز پهريون دفعو 649 ھ يا 648 ھ ۾ ۽ ٻيو پيرو 662 ھ ۾ ملتان ويو. هيٺ قلندر لعل شهباز جو سنڌ مان ملتان ڏانهن ٽيون دفعو وڃڻ بہ ثابت ٿئي ٿو. مختلف تذڪرن ۾ لکيل آهي تہ حضرت قلندر لعل شهباز پنهنجي مرشد يا يار حضرت بهاءُ الدين ذڪريا جي وفات بعد. سندس عذر خواهي لاءِ سندس پٽ مخدوم صدرالدين عارف سان ملڻ ملتان ويو. حضرت بهاءُ الدين ذڪريا جي . فات جو سال مختلف ڪتابن م مختلف طرح سان ڄاڻايل آهي. جيئن اسرار الاولياءَ ۾ 661 ھ "سوانح حضرت بابا فريدالدين مسعود گنج شڪر" م 658 ھ ۽ "بزم صوفيہ"۾ "راحت القلوب" جي حوالي سان 656 ھ. "سيرالاولياءَ" جي حوالي سان 667 ھ "سفينة الاولياءَ ۽ تاريخ فرشتہ" جي حوالي سان 666 ھ ڄاڻايل آهي.

مٿين حوالن جي روشني ۾ قلندر لعل شهباز جو ملتان ڏانهن ٻيون

يا ٽيون دفعو وچڻ سال 662ھ ۾ درست ثابت ٿئي ٿو. انهي پيري قلندر لعل پنهنجي دوست بهاءُ الدين ذڪريا جي وفات جي ڪري ۽ عذر خواهي لاءِ سندس پٽ صدرالدين عارف سان ملڻ لاءِ ويو ۽ انهي ڪان بعد سنڌ واپس آيو ۽ آخري دفعو وري سنہ 663ھ ڪانپوءِ ملتان جي حاڪم شهزادي محمد سان ملڻ وقت ملتان ويو هو.

جهڙي طرح تاريخ ڪتابن ۾ تضاد آهي تہ قلندر لعل شهباز ملتان ۾ ڪڏهن آيو ۽ ڪيترا دفعا آيو. تهڙي طرح انهي ۾ بہ تضاد آهي تہ قلندر لعل ملتان ۾ ڪيترو وقت قيام ڪيو. ڊاڪٽر محمد يعقوب مغل لکي ٿو تہ "قلندر لعل شهباز ملتان ۾ اٽڪل ڏهہ سال گذاريا" مشتاق مسرور لکي ٿو تہ "قلندر شهباز جو ملتان ۾ ترسڻ جو عرصو تيرهن سال لکيو ويو آهي ۽ ڪن ڇهہ سال ڄاڻايو آهي ۽ ڪجهہ مؤرخن لعل شهباز جو ملتان ۾ قيام هڪ سال بہ لکيو آهي.

مٿين حوالن جي روشني ۾ آخري حوالو وڌيڪ صحيح ۽ مستند معلوم ٿئي ٿو تہ قلندر لعل شهباز جڏهن بہ ملتان يو تہ تمام ٿورو عرصو اُتي رهيو. وڌ ڪان وڌ هڪ سال رهيو هوندو. هو لڳاتار ڪڏهن بہ تيرهن يا ڏهہ سال اُتي ڪونہ رهيو. ڪڏهن پاڻ دوستن سان ملڻ لاءِ ملتان ويندو رهندو هو ۽ ڪڏهن وري سندس دوست، خاص طور تي بهاءُ الدين ذڪريا ۽ سندس پٽ صدرالدين عارف ملڻ لاءِ سنڌ ايندا رهندا هئا. مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي بہ ائين لکيو آهي تہ" معلوم ائين ٿو ٿئي تہ سنڌ ۽ ملتان ۾ لعل سائين جي پنهنجي بزرگ ساٿين سان گهڻا پيرا اچ وڃ رهي آهي."

## قلندر لعل شهباز جي ملتان جُي بزرگن سان ملاقات ۽ دوستي

قلندر لعل شهباز ڪيترن ئي ملڪن ۽ شهرن جو سفر ڪيو ۽ اُتي جي مشهور بزرگن سان ملاقاتون ڪيائين، جن ۾ شرف الدين بوعلي قلندر، مخدوم سيد جلال سرخ بخاري، مخدوم بهاءُ الدين ذڪريا، بابا فريد الدين گنج شڪر ۽ مخدوم بهاءُ الدين ذڪريا جو پٽ صدرالدين عارف ۽ انهي جو پٽ رُڪن الدين وغيره ليڪن تاريخي تذڪرن ۾ قلندر شهباز ۽ سندس جن

ٽن يارن جو"چار يار" جي مشهوري سان ذڪر آهي. انهي ۾ قلندر لعل شهباز مخدوم بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني، بابا فريد الدين گنج شڪر ۽ مخدوم سيد جلال سُرخ بخاري جا نالا اچن ٿا. هيٺ انهن ٽنهي بزرگن سان قلندر شهباز جي دوستي ۽ گڏيل سير سفرجو ذڪر ڪنداسين. چاڪاڻ ته مختلف تاريخي ڪتابن ۽ تذڪرن ۾ لکيل آهي ته، اهي چار يار گڏجي مختلف ملڪن جو سير ڪندا هئا، اونهاري ۾ ڪشمير ۽ بلخ بخارا ڏانهن ويندا هئا ۽ سياري ۾ پنجاب، سنڌ ۽ بلوچستان ڪڇ گجرات ۽ جهونا ڳڙهه وغيره جي ميداني علائقن ۾ وعظ ۽ نصيحت جون محفلون گرم رکندا هئا. عبدالغفور سيوستاني لکي ٿو ته "حضرت مخدوم شيخ فريد الدين گنج شڪر ۽ شيخ بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني جا همعصر هئا جن قلندر لعل شهباز سان صحبتون ڪيون هئائون ۽ شيخ صدر الدين عارف سان به سندن رهاڻيون ٿيون هيون."

ڊاڪٽر محمد يعقوب مغل لکي ٿو ته "حضرت لعل شهباز قلندر، حضرت غوث بهاءُ الدين ذڪريا ۽ سندس فرزند حضرت صدر الدين عارف ٻنهي سان به ملاقاتون ڪيون آهن. حضرت غوث بهاءُ الدين ذڪريا جي تذڪرن مان معلوم ٿئي ٿو ته شيخ فريدالدين گنج شڪر، سيد جلال سرخ بخاري ۽ حضرت شهباز قلندر سان سندس ياراڻي هئي، گڏ سير سفر ڪندا هئا. ڪيترن هنڌن تي سندن بيٺڪون موجود آهن."

هڪ هنڌ لکيل آهي ته"هڪ روايت موجب لعل شهباز سيوهڻ اچڻ وقت ڀهربائين لکي ۾ وجي حضرت علي مڪي جي پوٽي حضرت شاهه صدر سان ملاقات ڪئي. انهي ملاقات وقت حضرت غوث بهاءُ الدين ملتاني،شيخ فريد الدين شڪر گنج ۽ سيد جلال سرخ بخاري به ساڻس گڏ هئا." ڊاڪٽر طاهر تونسوي لکي ٿو ته "بہاءالدین ذکریا ملتانی، بابا فرید گنج شکر، جلال الدین سرخ بخاری اور لعل شہباز قلندر، ہر اعتبار سے ہمعصر صوفیاء ہیں اور چار یار کے حوالے سے معروف ہیں، یہ بات طے ہے کہ ان چار بزرگوں کے درمیان محبت، دوستی اور عقیدت کا جو رشتہ قائم تھا اس میں ان کی طریقت کو دخل نہیں۔ البتہ سماع کی محفلوں میں یہ سب شرکت کرتے تھے اور تبلیغ اسلام میں اکٹھے سیاحت کو نکلتے تھے اور ان کی بیٹھکیں بھ

علاقے میں موجود ہیں۔" مولانا عبدالحئي لکي ٿو تہ "حضرت لعل شهباز جن جي الله تعاليٰ رهنمائي جو انتظام ڪندو رهيو. ايتريقدر جو انهن بزرگن کان پاڻ فيض حاصل ڪيائون اهي چار ئي يار سڏبا هئا ۽ پاڻ ۾ گڏجي رياضتون ۽ عبادتون ڪندا هئا. حضرت لعل شهباز قلندر ملتان شريف ۾ حضرت عارف جن جي مجلس سماع ۾ بہ شريڪ ٿيندا هئا." مشتاق مسرور باريچو لکي ٿو تہ "حضرت لعل شهباز قلندر لاهور ۽ سيالڪوٽ کانپوءِ ملتان آيا، جتي ڪجهہ عرصو ترسيا ۽ حضرت بابا فريد گنج شڪر، حضرت بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني ۽ حضرت جلال الدين بخاري ۽ حضرت بهاءُ الدين ذڪريا جي فرزند شيخ صدر الدين عارف جي قرب ۾ رهي رياضت ۽ عبادت جون منزلون طئي ڪيائون سندن وچم تصوف ۽ سلوڪ تي ڳالهيون ٿينديون رهيو."

ڪريم بخش خالد لکي ٿو تہ "حضرت شہباز قلندر 662ھ(1264ع) میں ملتان تشریف لے گئے، جہاں انکی حضرت بہاء الدین ذکریا، انکے فرزند شیخ صدرالدین پاک پٹن کے حضرت فرید الدین گنج شکر اور اُچ کے حضرت جلال الدین سے ملاقاتیں رہیں۔ میر علی شیرہ قانع کے ارشاد کے مطابق اُن چاروں دوستوں نے سندھ اور پنجاب کے علاوہ بیشتر دور دراز علاقوں کی، جن میں کشمیر، بلخ، بخارا، کچھ، گجرات، جوناگڑھ وغیرہ قابل ذکر ہیں، سیر و سیاحت کی اور تبلیغ اسلام کا فرض انجام دیا۔ ان علاقوں میں متعدد مقامات پر ایسے مراکز آج بھی موجود ہیں جنہیں قلندروں کے تکیہ کہ نام سے یاد کیا جاتا ہے۔ انھیں تکیوں میں یہ حضرات قیام فرماتے، عبادت میں مشغول رہتے اور اشاعت اسلام کا فرض انجام دیتے تھے۔"

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي لکي ٿو تہ "قلندري شهباز ملتان ۾ حضرت شيخ الاسلام غوث بهاءُ الدين ملتاني ۽ سندس فرزند حضرت شيخ صدرالدين عارف سان مليا ۽ ساڻن روح رهاڻيون ڪيائون. اُتي ئي شيخ فريدالدين ۽ جلال بخاري بہ سندن دوست ۽ صحبتي ٿيا. جن سان آخري عمر تائين صحبتون ڪندا رهيا. انهن سان گڏجي اونهاري ۾ ڪشمير ۽ بلخ بخارا ڏانهن ويندا هئا. ڪشمير جي دامن ۾ ايبٽ آباد ۽ بخارا جي ٽڪرين ۾ سندن تڪيا اجا تائين موجود آهن. سياري ۾ پنجاب ۽ بلوچستان ۾

روحانيت جي تبليغ ڪندا هئا."

ڪيترن ئي ڪتابن ۾، ملتان ۾ آمد وقت شهباز قلندر ۽ سندس يارن متعلق ڪجهه ڏند ڪٿائي واقعا ۽ من گهڙن ڪرامتون پڻ لکيون ويون آهن. هڪ ڪتاب ۾ لکيل آحي تہ" هڪ دفعي غوث بهاءُ الدين ذڪريا ڪنهن ڪوڙي تهمت ۾ ڦاسي پيو ۽ ڪيس اُتي جي قاضي جي فتويٰ جي مطابق ڦاسي تي چاڙهيو ٿي ويو. جڏهن ڪيس ڦاسي واري جاءِ تي وٺي آيا. تڏهن باقي ٽن درويشن پنهنجي طاقت آهر روپ مٽايو. بابا فريد گنج شڪر هرڻ جي شڪل ڌاري، انهي ڦاسي واري جاءِ تي بيٺل مخلوق جي وچ ۾ گهڙي پيو ۽ سيد شير شاهہ جلال بخاري شينهن تي پٺيانس ڪاهي پيو. ماڻهن جي انبوهہ جڏهن هي منظر ڏٺو، سڀ اُتي ڀڄي ويا ۽ قلندر سائين باز ٿي غوث بهاءُ الدين کي ڦاسي جي تختي تان اُڏائي کڻي ويو." اهڙي طرح انهي ڪتاب ۾ قلندر لعل بابت هڪ ٻيو افسانو بہ لکيل آهي تہ "قلندر لعل رفيقن سميت جڏهن ملتان آيو تہ رمضان شريف جو مهينو هو، سڀ روزي سان هئا. قلندر لعل جنڊ تي اٽو پيهڻ لاءِ هڪ مائي جي گهر هليو ويو. اها مائي لعل تي عاشق ٿي پيئي ۽ پاڻ ڏانهن متوجہ ڪرڻ لاءِ قلندر لعل کي آزيون ۽ منٿون ڪرڻ لڳي، ليڪن قلندر لعل هن ڏانهن ڌيان بہ ڪونہ ڏنو. تنهنڪري مائي شور مچايو. ماڻهون مڙي آيا. اُن عورت کين ٻڌايو تہ هن شخص کيس ڇيڙيو آهي، تنهن تي اهي ماڻهو قلندر لعل کي قاضي وٽ وٺي آيا. قاضي پڇا تي قلندر چيو تہ مائي ڪوڙ ٿي ڳالهائي. قاضي کيس چيو تہ تون سچائي لاءِ شاهد پيش ڪر. تنهن تي قلندر لعل کيس چيو تہ ڪوبہ ماڻهو ان وقت موجود ڪونہ هو. باقي هڪ معصوم ٻار اُن وقت مائي جي گهر اندر پينگهي ۾ سمهيل هو، انکي گهرايو، هو ضرور شاهدي ڏيندو. قاضي جي چوڻ تي اُن معصوم ٻار کي قاضي وٽ پيش ڪيو ويو. قاضي انهي ٻار کان اِنهي واقعي بابت پڇيو تہ معصوم ٻار ڳالهايو ۽ چيو تہ سندس ماءُ ڪوڙ ٿي ڳالهائي ۽ قلندر لعل جو ڪوبہ قصور ڪونہ آهي. هڪ معصوم ٻار جو ڳالهائڻ ٻڌي سڀ ماڻهو حيران ٿي ويا."

مٿين اقتباسن مان معلوم ٿئي ٿو تہ. قلندر لعل شهباز جڏهن

ملتان ۾ آيو تہ اُن وقت جي مشهور بزرگن بهاءُالدين ذڪريا ۽ سندس پٽ صدر الدين عارف. بابا فريدالدين گنج شڪر ۽ جلال سرخ بخاري اُچ واري سان سندس دوستي ٿي ويئي، جنهن ڪري انهن سان رهاڻيون ڪرڻ لڳو ۽ وقت بوقت اهي سڀ دوست گڏجي مخلتف ملڪن ۽ شهرن جو سير سفر ڪندا هئا. ليڪن حضرت بابا فريدالدين گنج شڪر جي سوانحي تذڪرن ۽ مفلوظات جي مطالعي مان ڪتي بہ اهو معلوم نتو ٿئي تہ حضرت بابا فريدالدين گنج شڪر ۽ قلندر لعل شهباز جي پاڻ ۾ ڪٿي ڪا ملاقات ٿي هئي. البتہ اهو معلوم ٿئي ٿو تہ حضرت بابا فريدالدين گنج شڪر سنڌ يا سيوهڻ ۾ آيو هو ۽ ڪيترن بزرگن سان ملاقات بہ ڪئي هئائين. ليڪن اُنهي ۾ بہ قلندر لعل جو نالو ڪونہ ٿو ملي.

سيد صباح الدين عبدالرحمان لکي ٿو تہ "وہ بابا فرید، غزنی، بغداد، بخارا، سیوستان اور بدخشاں وغیرہ کی بھی سیاحت کر کے علوم ظاہر و باطنی حاصل کرتے رہے۔"

قاضي محمد حفيظ الله تہ ايترو لکيو آهي تہ "ابا فرید گنج شکر نے کوئی سیر و سیاحت نہیں کی۔ ملفوظات میں جو کچھ اس کی سیاحت کے بارے میں لکھا گیا ہے وہ سب غلط ہے۔"

ڪن ليڪڪن حضرت جلال بخاري جي بجاءِ سندس پوٽي سيد جلال الدين مشهور بہ مخدوم جهانيان گشت کي قلندر لعل جو چوٿون يار لکيو آهي، جيڪو غلط آهي چاڪاڻ تہ هن جي ولادت بہ سال 707هہ (1308ع) ۾ ٿي هئي، جڏهن تہ اُن وقت قلندر لعل شهباز وفات ڪري چڪو هو يا آخري عمر جي آخري چند سالن ۾ هو.

## سنڌ ۾ قلندر لعل شهباز ۽ سندس يارن جي آمد جا آثار

قلندر لعل شهباز پنهنجي ساٿين سان گڏجي جن بہ مختلف ملڪن ۽ شهرن جو سير سفر ڪيو، اُتي اڄ بہ سندن رهڻ وارن جاين تي سندس ۽ يارن جي مناسبت سان تڪيا موجود آهن ۽ زيارت گاهہ عام و خاص آهن. جن جو ذڪر ڪجهہ مٿي ٿي چڪو آهي ۽ چند اهڙن هنڌن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو جيڪي سنڌ ۾ مختلف جاين تي موجود آهن.

1. هڪ دفعي حضرت شهباز قلندر پنهنجن دوستن سميت موجوده پنجاب جي هڪ ننڍڙي شهر سنجرپور (تعلقو صادق آباد) جي پرسان سيوراهي جي مشهور تاريخي، قديم ۽ قتل قلعي جي پرسان "حضرت پير موسيٰ نواب" جي روضي جي پر واري مسجد ۾ به اچي رهيو هو. جنهن متعلق ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي لکي ٿو ته "هڪ پيري شهباز قلندر پنهنجن دوستن سان گڏ هتي آيو ۽ ڪجهه ڏينهن رهيو. ان جاءِ تي مسجد ٺهيل آهي. جيڪا چار يار جي نالي سان مشهور آهي. هڪ ڪندو به تمام پراڻو آهي. جيڪو ان قيام جو يادگار چيو وڃي ٿو"

2. اوباوڙي جي قديم ۽ تاريخي شهر ۾ به هڪ اهڙو آستان موجود آهي، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته هتي قلندر لعل شهباز ۽ سندس دوست اچي رهيا هئا. اها جاءِ شهر جي بلڪل پٺ ۾ اُن طرف ڪان متانهين هنڌ تي آهي. هن وقت هتي جا مقامي ماڻهو پنهنجي فوتي عزيزن کي به هتي دفن ڪن ٿا. جنهنڪري هڪ ننڍڙو قبرستان ٺهي ويو آهي، انهي هنڌ تي ڪبڙن جا گهاٽا وڻ ۽ ٻيا به چند وڻ آهن. جن ۾ هڪ پپر جو پراڻو وڻ به موجود آهن.

3. بکرجي تاريخي قتل قلعي ۾ به سيد صدرالدين جي روضي جي پرسان اُتر طرف ڪبڙن جي وڻن جي وچ ۾ درياءَ سنڌ جي ڪنڌي تي هڪ غارنما آستان موجود آهي ۽ زيارتگاهه عام و خاص آهي. چيو وڃي ٿو ته هڪ دفعو قلندر لعل پرواز ڪري هتان لنگهيو پئي ويو ته حضرت بابا صدرالدين جو حڪم ٿيس ته هيٺ لهي آءَ. جنهنڪري قلندر لعل هيٺ لهي آيو ۽ ڪجهه وقت تائين بابا صدرالدين لاءِ پاڻي جا مٽ ڀريندو رهيو ۽ هن هنڌ تي چلا ڪڍڻ لڳو. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي لکيو آهي ته" بکر ۾ شاهه صدرالدين جي درگاهه تي چلن ڪڍڻ واري روايت به مشهور آهي."

4. حضرت لعل شهباز، بهاءُ الدين ذڪريا سان سير ڪندو، حيدرآباد جي پسگردائي ۾ رُڪن پور نالي ڳوٺ ۾ "ريحان جهنگلي" سان ملاقات اچي ڪئي ۽ ان کي مڪڻ ۽ ماکي کارائڻ لاءِ زور ڀريائون مير علي شير قانع لکي ٿو ته هڪ جنڊ پيدا ٿي پيو. جنهن جو هڪ پٿر اڃان باقي آهي ۽ جنهن ڪنڊي جي وڻ مان ماکي لاٿي هئائون. اهو پڻ يادگار ۽ ماڻهن جي زيارت گاهه

ڪندو ۽ جنڊ جي نالي سان مشهور آهي.

5. سيوهڻ جي پرسان ڏکڻ ۾ استيشن جي پرسان جبل ۾ هڪ غار آهي. ان غار ۾ لعل سائين چلا ڪڍيا آهن. غار جي وچ ۾ پٿر جو هڪ ٿنڀ بيٺل آهي، انهي ڪري انهي هنڌ کي يڪ ٿنڀي چوندا آهن. غار ۾ قبلي طرف محراب نموني هڪ ڄُر آهي، جنهن لاءِ چوڻ ۾ اچي ٿو ته لعل سائين جن ويهي عبادت ڪندا هئا. ان جي مٿان جبل تي ٿلهو آهي، جنهن جي ڪندن تي چار ٿنڀا بيٺل آهن. انهي ڪري انهي کي چوٿنڀي به چيو ويندو آهي. انهي جاءِ کي قلندر شهباز جو تخت به ڪري چوندا آهن. انهي ٿلهي جو فرش چوني ۽ گچ سان لِٽل آهي ۽ ايترو ڪشادو آهي جو تي چار سو ماڻهو ويهي سگهن ٿا. اِنهي ٿلهي جي وچ تي فوٽ کن مٿي هڪ ٻيو ٿلهو آهي. جنهن کي مرڪزي حيثيت حاصل آهي. حضرت شهباز سائين ۽ سندس يار انهي ٿلهي تي ويهي رهاڻ ڪندا هئا. انهي ٿلهي کي هاڻوڪي صورت ۾ مير ابوالقاسم نمڪين آندو ۽ صفا وفا جو نالو به ڏنو. ابولقاسم نمڪين 1009ھ ۽ 1008ھ لڳ ڀڳ سيوهڻ جو مغلن طرفان صوبيدار ٿي آيو هو.

مسرور باريچو انهي لاءِ وڌيڪ لکي ٿو ته "ان جي ڇت ۽ ٿنڀ اصل ۾ مصري جا ٺهيل هئا. پر پوءِ ڪن لالچي ماڻهن اتان مصري ڪڍي بازارن ۾ وڪرو ڪرڻ شروع ڪئي. جنهن ڪانپوءِ اها پٿر ٿي ويئي. مصري پٽڻ جا نشان اجان تائين ڇت ۾ ظاهر آهن. يڪ ٿنڀي واري غار لاءِ اهو به مشهور آهي ته اها حضرت علي عليہ السلام جي ڪجهه وقت رهڻ لاءِ جاءِ ٿي رهي آهي." هن غار بابت "دوراڪا پرشاد" پنهنجي ڪتاب" سنڌو سيپتا جو نظارو" ۾ لکيو آهي ته" هزارين سال اڳ جڏهن ماڻهو غارن ۾ رهندا هئا، تڏهن هي غار به ماڻهن جي رهڻ جي ڪم ڏيندي هئي."

سنڌ ۾ ٻيا به ڪيترا اهڙا تڪيہ ۽ مڪان موجود آهن. جن کي شهباز قلندر جي ڪنهن نہ ڪنهن نسبت سان سڏيو وڃي ٿو. هتي اُنهن مان گهڻن جو ذڪر نہ ڪيو ويو آهي، ڇاڪاڻ تہ هتي صرف انهن مڪانن ۽ ماڳن جو ذڪر ڪيو ويو آهي جيڪي شهباز قلندر ۽ سندس يارن جي نسبت سان مشهور آهن.

## قلندر لعل شهباز جا ملتان ۾ دوست

مخدوم بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني، بابا فريدالدين گنج شڪر، مخدوم جلال الدين سرخ بخاري ۽ شهباز قلندر جي چؤياري مشهور آهي. اهي بزرگ پاڻ ۾ گهاٽا دوست هئا. ڪيترن ملڪن ۽ شهرن جو گڏجي سير سفر ڪيائون. قلندر لعل شهباز سنڌ مان ڪهي وڃي ملتان ملڻ ويندو هو ۽ ڪچهريون ڪندو هو ۽ هو به ڪڏهن ڪڏهن سنڌ ۾ سيوهڻ ايندا هئا ۽ قلندر لعل سان ڪچهريون ڪندا هئا. جن جو تفصيل مٿي اچي چڪو آهي. ڪجهه تذڪرن ۾ مخدوم بهاءُ الدين ذڪريا جي پٽ مخدوم صدر الدين عارف سان به قلندر لعل جي دوستي ۽ ملاقاتن جو به ذڪر ٿيل آهي. جنهنڪري هيٺ انهن بزرگن جي سوانح تي مختصر روشني وجهي ٿي.

1. **مخدوم بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني:** هن کي غوث بهاءُ الحق به سڏجي ٿو. هي بزرگ تصوف جي سهروردي سلسلي سان تعلق رکندڙ هو. هي 566هه (1172ع) ۾ پنجاب جي هڪ ڳوٺ ۾ ڄائو. چند مؤرخن سندس ولادت جو سال 560 هه ۽ 565 هه به لکيو آهي. بغداد ۾ شيخ شهاب الدين سهروردي سان ملي سندس حلقہ ۽ ارادت ۾ منسلڪ ٿيو ۽ ڪائنس خلافت جو فرقو حاصل ڪيائين. دهلي جي بادشاهه التمش طرفان شيخ الاسلام جي منصب تي به فائز ٿيو. هن بزرگ ڪيترن ئي ملڪن ۽ شهرن جو سير سفر ڪيو ۽ آخرڪار 665 هه (1266ع) ۾ وفات ڪيائين. ڪجهه تذڪرن ۾ سندس وفات جو سال 656هه، 658 هه، 661 هه ۽ 667 هه به لکيل آهي. سندس آخري آرامگاهه ملتان ۾ زيارت خاص و عام لاءِ آهي. هن بزرگ جا سنڌ ۾ ڪيئي خليفا ۽ هزارين مريد رهيا آهن. هن بزرگ قلندر شهباز سان هڪ دوست ۽ يار جي حيثيت سان گڏجي ڪيترن ئي ملڪن ۽ شهرن جو سفر ڪيو. ڪيترائي دفعا پنهنجي پٽ مخدوم صدرالدين عارف سان گڏ، قلندر لعل سان ملڻ لاءِ سنڌ آيو ۽ قلندر شهباز به سندس سان ملڻ لاءِ وقت بوقت ملتان ويندو رهيو. سندس وفات بعد شهباز قلندر عذرخواهي لاءِ پڻ ملتان ويو. قلندر لعل جڏهن پهريون دفعو ملتان ويو هو تڏهن به سڀ کان پهريائين

هن بزرگ ۽ سندس پٽ صدرالدين عارف سان رهاڻيون ڪيائين، جن جو ذڪر تفصيل سان تذڪرن ۾ موجود آهي. ڪيترن تذڪرن ۾ اهو به لکيل آهي ته قلندر لعل شهباز حضرت مخدوم بهاءُالدين ذڪريا جو مريد هو، ليڪن اهو صحيح نه آهي.

2. **حضرت بابا فريد الدين گنج شڪر:** حضرت بابا فريد الدين گنج شڪر چشتيه سلسلي جو بزرگ آهي. سندس ولادت ملتان جي ڀرپاسي ۾ ٿي. سال ولادت ۾ اختلاف آهي. مؤرخن ولادت جو سال 569هه يا 571هه لکيو آهي، 664هه ۾ وفات ڪيائين. مزار مبارڪ پاڪ پٽڻ شريف ۾ اٿس. هي بزرگ به ڪيترا دفعا سنڌ جي سير تي آيو ۽ سنڌ جي ڪيترن ئي بزرگن سان ملاقاتون ڪيائين.

3. **حضرت مخدوم جلال الدين سرخ بخاري:** هي بزرگ بخارا (آذر بائيجان) جو ويٺل هو. بخارا کان بکر سنڌ ۾ آيو ۽ سيد بدرالدين بن سيد صدرالدين جي نياڻي سان شادي ڪيائين. ڪجهه وقت کانپوءِ بکر کان ملتان آيو ۽ حضرت بهاءُ الدين ذڪريا جي حلقه ارادت ۾ شامل ٿي ويو. پاڻ بهاءُالدين زڪريا جو خليفو به هو. مرشد جي وفات بعد اُچ ۾ اچي مستقل سڪونت اختيار ڪيائين، سن 690هه (1291ع) ۾ وفات ڪيائين، سندس مدفن اُچ شريف ۾ اٿس.

4. **مخدوم صدرالدين عارف:** هي بزرگ مخدوم بهاءُ الدين ذڪريا جو وڏو فرزند هو، پاڻ 621هه (1224ع) ۾ ملتان ۾ ڄائو ۽ 709هه (1309ع) ۾ وفات ڪيائين. ڪجهه مؤرخن سندس وفات جو سال 684هه ۽ 685هه به ڄاڻايو آهي. قلندر لعل شهباز وٽس ملتان ڪيترا دفعا ملڻ ويو ۽ ساڻس رهاڻيون ڪيائين. پاڻ به پنهنجي والد بزرگوار سان گڏ ڪيترا دفعا سنڌ ۾ آيو. لعل قلندر شهباز جڏهن آخري دفعو ملتان ويو ۽ شهزادي محمد سان ملاقات ٿيس ته اُن وقت مخدوم صدرالدين عارف به اُتي موجود هو، جنهن جو ذڪر اڳتي ايندو.

## قلندر لعل شهباز جو ملتان جي گورنر شهزادي محمد ۽ سندس دربار تي اثر

تاريخي تذڪرن ۾ لکيل آهي تہ قلندر لعل شهباز جڏهن سنہ 662هہ ۾ ملتان آيو تہ ان وقت دهلي تي غياث الدين بلبن جي حڪومت هئي ۽ سندس طرفان سندس پٽ شهزادو محمد خان ملتان جو گورنر هو. حضرت شهباز قلندر ۽ مخدوم صدرالدين عارف شهزادي محمد جي سماع واري مجلس ۾ شامل ٿيا ۽ وجد ۾ اچي ويا ۽ رقص ڪيائون. شهزادو محمد زارو زار روئندو رهيو ۽ هٿ ٻڌي بيٺو رهيو. وغيره.

قلندر لعل شهباز جي سنہ 662 هہ ۾ ملتان ۾ اچڻ ۽ شهزادي محمد جي محفل ۾ شامل ٿيڻ لاءِ تاريخ جي روشني ۾ ڏسنداسين تہ غياث الدين بلبن دهلي جي تخت تي 663 هہ ۾ ويٺو ۽ 668 هہ يا 669 هہ ۾ شهزادي محمد کي ملتان جو گورنر مقرر ڪيو هونداڻون، تہ پوءِ قلندر لعل شهباز سنہ 662 هہ ۾ شهزادي محمد سماع واري محفل ۾ ڪيئن شرڪت ڪئي هوندي. لازماً اسان کي چوڻو ۽ لکڻو پوندو تہ قلندر لعل شهباز سن 662 هہ ۾ صرف مخدوم بهاءُ الدين ذڪريا جي وفات سبب عذرخواهي لاءِ آيو ۽ سندس پٽ صدرالدين عارف سان مليو ۽ پوءِ واپس هليو آيو. اهڙي طرح وري شايد چوٿون ۽ آخري دفعو سنہ 668 هہ يا 669 هہ ڪانپوءِ ئي ملتان آيو هوندو ۽ صدرالدين عارف جي رفاقت ۾ شهزادي محمد سان مليو هوندو. ڇاڪاڻ تہ صدرالدين عارف ۽ ٻيا ڪيترائي بزرگ اڳ ۾ ئي هن شهزادي جي صحبت ۾ اچي چڪا هئا.

ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ۽ ٻيا ڪيترائي مؤرخ لکن ٿا تہ "شهزادو سلطان محمد. دهلي جي بادشاهہ غياث الدين بلبن جو پيارو فرزند هو ۽ سندس پاران ملتان جو حاڪم هو. (ان وقت سنڌ بہ ملتان جي حاڪم جي ماتحت هوندي هئي) عالمن ۽ عارفن جو نهايت ئي معتقد هوندو هو. حضرت غوث بهاءُ الدين ذڪريا ۽ شيخ فريد الدين گنج شڪر جو نهايت ئي ادب ۽ احترام ڪندو هو. امير خسرو ۽ امير حسن دهلوي هميشه سندس دربار ۾ گذاريندا هئا. حضرت مصلح الدين سعدي شِيرازي ڏانهن بہ ملتان اچڻ لاءِ

خط لکيو هئائين. پر شيخ سعدي پيري ۽ ضعيفي ڪري اچي نہ سگھيو ۽ معذرت جي خط سان گڏ هڪ ڪتاب بہ شهزادي ڏانهن موڪليائين. شهزادو محمد خان شهيد مجلس ۾ سڄي رات ۽ ڏينهن وينو هوندو هو تہ گوڏو بہ مٿي نہ ڪندو هو. سنہ 683هہ (1280ع) ۾ مغلن سان وڙهندي شهيد ٿي ويو.

ڊاڪٽر عبدالڪريم چشتي وڌيڪ لکي ٿو تہ" هي شهزادو وڏو عالم، عارف ۽ اديب هو. ان سان گڏوگڏ وڏو صاحب سخي ۽ مهمان نواز هو. سندس درويش نوازي ۽ ادب پرووري جي شهرت ۽ ناموس ان وقت ساري ايشيا ۾ ڦهليل هئي، جنهنڪري دور دراز ملڪن جا عالم، عارف ۽ شاعر سندس جي عارفانہ ۽ عالمانہ روح پرور ۽ دلنواز صحبتن ۽ مجلسن ۾ اچي شريڪ ٿيندا هئا."

تذڪره مشايخ سيوستان، تاريخ فيروز شاهي ۽ تاريخ فرشتہ وغيره ۾ لکيل آهي تہ "شيخ عثمان مروندي جيڪو پلارو مرد هو، جڏهن ملتان ۾ آيو تہ خان شهيد پنهنجي عقيدت موجب سندس خدمتون بجا آنديون ۽ کيس نذرانا پيش ڪندي کيس ملتان ۾ رهڻ لاءِ زور پريائين ۽ خانقاه ٺهرائي ڏيڻ جو بہ سائنس واعدو ڪيائين پر شيخ عثمان ترسڻ لاءِ تيار نہ ٿيو.

هڪ ڏينهن خان شهيد، شيخ عثمان ۽ شيخ بهاءُالدين ذڪريا جي فرزند شيخ صدرالدين عارف کي پاڻ وٽ گهرائي سماع جي مجلس قائم ڪئي ۽ کيس عربي غزل ٻڌرائيائين. اُن تي اهي ٻيئي درويش بہ ٻين سان گڏ وجد ۾ اچي رقص ڪرڻ لڳا. جيستائين اهي محفل سماع ۽ رقص ۾ مشغول هئا. خان شهيد هٿ ٻڌي بيٺو رهيو ۽ زارو زار ٿي رُنو.

محمد پريل سولنگي انهي سماع واري محفل متعلق لکيو آهي تہ"هن محفل ۾ سيني عارفن ۽ عالمن کي مدعو ڪيو ويو. مجلس ۾ عربي ساز شروع ٿيو ۽ حضرت شيخ صدرالدين عارف ۽ قلندر لعل شهباز کي عربي ۾ غزل چوڻ لاءِ عرض ڪيائين. ٻنهي بزرگن عربي غزل چوڻ شروع ڪيا. عربي ساز ۽ عربي غزلن هنن ٻنهي بزرگن تي ايڏو تہ اثر ڪيو جو ٻيئي درويش وجد ۾ اچي رقص ڪرڻ لڳا ۽ خان شهيد سڄي رات هٿ ٻڌيو بيٺو رهيو ۽ زارو زار پئي رُنائين."

ڪجهہ تاريخي تذڪرن ۾ هن ريت بہ لکيل آهي تہ"شهزادي محمد. لعل قلندر جي رهڻ لاءِ ملتان ۾ هڪ خانقاہ جوڙائي تيار بہ ڪرائي هئي ۽ لنگر جي خرچ لاءِ ڪيترا ڳوٺ بہ وقف ڪري ڇڏيا هئا، مگر قلندر لعل ملتان ۾ رهڻ لاءِ ڪونہ مڃيو. ڪجهہ عرصو شهزادي وٽ رهي هميشه لاء سنڌهليو آيو ۽ سيوهڻ م اچي سڪونت اختيار ڪيائين."

پروفيسر غلام احمد بدوي، "بزم مملوڪيہ" جي حوالي سان لکي ٿو تہ"شهزادي محمد جي تمنا ٿي تہ ملتان جو شهر هر علم ۽ فنون جو مرڪز بڻجي، جڏهن حضرت شيخ عثمان جيڪو پنهنجي وقت جو وڏو عالم ۽ صاحبدل بزرگ هو، ملتان م آيو تہ شهزادي اُن جو پرجوش استقبال ڪيو. نذرانا ۽ تحفا پيش ڪيا ۽ اصرار ڪيو تہ هميشه لاءِ ملتان م قيام فرمائي، ليڪن شيخ قبول نہ ڪيو."

ڪجهہ تاريخي ڪتابن مان هي بہ معلوم ٿئي ٿو تہ" شهزادي محمد قلندر لعل شهباز کان پنهنجي لاءِ دُعا گهرائي هئي تہ کيس شهادت نصيب ٿئي." قلندر لعل جي سندس جي حق ۾ اها دُعا قبول ٿي ۽ آخرڪار هي شهزادو سنہ 683هہ م مغلن هٿان هڪ لڙائي م شهيد ٿي ويو. هڪ ڪتاب ۾ لکيل آهي تہ" قلندر لعل جي ملتان اچڻ وقت سندس هڪ عورت جو تُهمت هڻڻ ۽ قلندر لعل جي سچائي متعلق هڪ ننڍڙي معصوم ٻار جي گواهي، ڏيڻ واري ڪرامت جي خبر، جڏهن شهزادي محمد کي پيئي تہ هو قلندر لعل جو معتقد ٿي پيو ۽ کيس پنهنجي دربار م گهرائي پنهنجي لاء، ڪائنس شهادتِ دعا گهرايائين اُتي قلندر لعل سائين بيشمار فيض مخلوق کي ڏنو ء ڪيترين ئي ڪرامتون ڏيکاريون. سندن فيض رسان صحبت مان علم جا طالب ٻنجي ويا ۽ روحاني تشنگي جا طالب اڪمل اولياءَ ٿي ويا. شهزادو، قلندر سائين جي ڏاڍي خدمت ڪندو رهيو ۽ سندس مرضي هئي تہ قلندر لعل شهباز کي هڪ عظيم الشان خانقاہ ٺهرائي ڏئي. جنهن م قلندر لعل هميشه ملتان م رهن ۽ اهڙي التجا قلندر لعل کي ڪيائون. جنهن تي قلندر لعل پنهنجي وڏي مقصد کان کيس واقف ڪيو، جنهن ڪري هو خاموش رهيو. تنهن هوندي بہ قلندر لعل گهڻو وقت اُتي رهيو ۽ پنهنجي

مذهبي ۽ ديني تبليغ جاري رکيائين.

متين حوالن جي روشني مان معلوم ٿيندو تہ قلندر لعل جو اهڙو تعارف لعل شهباز قلندر جي ملتان ۾ اچڻ کان اڳ ۾ ئي شهزادي محمد سان. صدرالدين عارف ئي ڪرايو هوندو . ڇاڪاڻ تہ هو قلندر لعل جو دوست ۽ صحبتي هو ۽ ان جي بزرگي ۽ علمي ڪارنامن کان واقف هو. تنهنڪري ئي شهزادو محمد بار بار حضرت لعل شهباز کي هميشه ملتان ۾ رهڻ لاءِ زور پريندو رهيو تہ جيئن قلندر لعل هتي رهي، هتي جي عوام کي روحاني ۽ علمي فيض سان نوازيندو رهي.



# حضرت قلندر لعل شهباز بحيثيت هڪ عالم

علي اصغر اوٺو

سنڌ کي هڪ طرف باب الاسلام هئڻ جو شرف حاصل آهي ۽ ٻئي طرف هيءَ ڌرتي بزرگن ۽ اوليائن جي حوالي سان پڻ پوري عالم ۾ مشهور آهي، جن پنهنجي اعليٰ اخلاق ۽ فڪر جي ذريعي هن خطي جي ماڻهن جي دلين کي منور ڪيو. اهڙين برگزيده شخصيتن ۾ حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ، حضرت سچل سرمستؒ، حضرت مخدوم بلاولؒ، حضرت شاهه عنايت شهيدؒ، حضرت مخدوم نوحؒ ۽ حضرت عثمان مروندي المعروف حضرت قلندر لعل شهباز جهڙا عالي مرتبت بزرگ شامل آهن جن ڀٽڪيل انسانن کي صحيح دڳ لاتو ۽ ماڻهن جي دلين کي دين جي روشني سان روشن ڪيو.

مخدوم محمّد هاشم ٺٽوي پنهنجي ڪتاب "مدح نامہ سنڌ" فارسي ۾ قلندر لعل شهباز بابت لکيو آهي ته "سنڌ ۾ الله تعاليٰ جو ولي ملڪ جو شهباز اشهب، جبروت جو واقف، ملڪوت جو شهنشاهه ناسوت ۽ لاهوت جو رهبر، شيخ سيد عثمان لعل شهباز قلندر آهي. هو ولين جو يگانو موتي آهي پهرين ڳالهه ته هو قلندر آهي. ٻيو ته سيد آهي. ٽيون ته بعضي بزرگن ان کي قطب سڏيو آهي، چوٿون ته حضرت غوث بهاءُ الدين ذڪريا ملتانيؒ جو گهاٽو يار ۽ رفيق آهي ۽ پنجون ته عالم آهي. سندس لکيل ڪتاب مشهور ۽ ظاهر آهن"

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جو حوالو ثابت ڪري ٿو ته، سنڌ جو هيءُ عظيم بزرگ وڏو عالم ۽ فاضل به هو. ڪين لسانيات جو ماهر ڪونبو ويندو هو. هو صرف ونحوَ جو ماهر هو. سندس مشهور ڪتاب "ميزان الصرف" ۽ "صَرف

صغير" مشهور ۽ مقبول آهن ٻنهي ڪتابن جي تاريخ ۾ وڏي اهميت آهي.

حضرت قلندر لعل شهباز جي زماني ۾ سيوهڻ گويا سنڌ ۾ علم ۽ عالمن جو مرڪز هو ۽ پاڻ عالمن جي انهيءَ ڪهڪشان ۾ آفتاب مثل هو. هو بنيادي طرح هڪ درويش ۽ قلندر بي نياز هو. سو سندس شهرت به ائين ئي ڦهلجي وئي. يعني عالم نه ماڻهن کان وسري ويو پر درويش دل ۾ رهيو. سيوهڻ ۾ " فقيہ الاسلام " نالي مدرسو هو. جنهن لاءِ هڪ روايت آهي ته. "قلندر لعل شهباز قائم ڪيو هو" ٻي روايت ته. "قلندر لعل شهباز ان ڪي زور وٺايو هو" ۽ ان جهڙو عاليشان مدرسو ٻئي هنڌ سنڌ ۾ ڪونه هو.

ڊاڪٽر سرفراز احمد ڀٽي جي تحقيق موجب "السڪندريہ جهڙن دور دراز علائقن جا شاگرد به انهي مدرسي ۾ پڙهڻ لاءِ ايندا هئا"

جناب غلام محمد لاکي به پنهنجي تحقيق موجب، "انهي مدرسي جي اهميت جي تصديق ڪئي آهي، " انگريزن جي دور حڪومتن ۾ رچرڊ برٽن سنڌ ۾ آيو هو. سنڌ تي ڪي اهم ڪتاب لکيائين. قلندر لعل شهباز لاءِ تعريفي ڪلما لکيائين ۽ ڪيس درويش ۽ عالم سڏيو اٿس. سندس لکيل ڪتابن جا نالا به ڏنا اٿس. مثلاً. "ميزان الصرف". "اجناس" "صَرف ۽ عقد" جيڪي سنڌ جي مکيہ مدرسن ۾ پڙهايا ويندا هئا."

حضرت قلندر لعل شهباز کي عربي ۽ فارسي زبانن تي وڏو ملڪو هو. نہ تہ گرامر جا ڪتاب ڪيئن لکن ها. اهڙي عالم جو مطالعو پڻ يقيناً وسيع هوندو.

حڪيم فتح محمّد سيوهاڻي لکيو آهي تہ. "قلندر لعل شهباز اردو ريختہ زبان بہ ڳالهائيندو هو". اردو خرا سان. ايران ۽ افغانستان جي زبان ڪانہ هئي اِنهي جو مطلب تہ. جڏهن ملتان ۾ آيو هوندو تڏهن اُها زبان سکيو هوندو. اهڙي صورت ۾ سوچڻ جي ڳالهہ آهي تہ. جڏهن سنڌ ۾ آيو هوندو ۽ عالمن. فقيهن ۽ درويشن سان گڏ سندس واسطو هتان جي اڻ پڙهيل عوام سان پيو هوندو. تڏهن سنڌي ٻولي سان بہ تہ ڪي قدر آشنا ٿيو هوندو. پر ان طرف ڪنهن بہ توجهہ نہ ڏنو آهي.

حضرت قلندر لعل شهباز نہ رڳو هڪ بلند پايہ صوفي با صفا ۽

ڪامل ولي الله هئا. بلڪہ اعليٰ پايہ جا عالم. لسانيات جي ماهر هئڻ متعلق شيخ محمّد اڪرام پنهنجي ڪتاب" موج ڪوثر" ۾ هڪ انگريز مؤرخ جي حوالي سان لکيو آهي تہ. "حضرت قلندر لعل شهباز هڪ وڏو عالم ۽ ڪيترين ئي ٻولين ڄاڻندڙ هو ۽ علم صَرَفَ ونَحو ۾ پوري مهارت رکندڙ هئا. ان ڪري انگريز مؤرخ برٽن جي زماني ۾ 1852ء "ميزان الصرف" ۽ "صَرَفَ صغير" نالي ڪتاب جيڪي عربي مدرسن ۾ عام طور تي پڙهايا ويندا هئا سي سندن تصنيف ڪيل هئا ۽ ساڻن منسوب هئا"

حضرت قلندر لعل شهباز جيئن تہ مذهبي عالم هئا ۽ ڪين عربي ۽ فارسي ٻولين تي مڪمل عبور حاصل هين ، ان ڪري اڪثر اهل علم سندن خدمتن ۾ حاضر ٿيندا هئا. هڪ اِها بہ روايت ملي ٿي تہ. "ملتان ۾ حضرت بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني ؒ جيڪو مدرسو قائم ڪيو هو. ان ۾ حضرت قلندر لعل شهبازؒ ڪجهہ وقت درسي ۽ تدريسي خدمتون بہ سِرانجام ڏنيون هيون ۽ خاص طور تي صَرَف ونحو جا شوقين ڪانئن درس حاصل ڪندا هئا.

ڊاڪٽر علامہ دائود پوٽي سن 1936ء ۾ سنڌ جي بمبئي ڪان جدا ٿيڻ تي الوحيد اخبار جي نڪتل خاص نمبر ۾ "ميرن جي ڏينهن ۾ مسلماني تعليم" جي عنوان هيٺ پنهنجي عالمانہ مضمون ۾ لکيو آهي تہ. "شاگرد اڃا مڪتب ۾ ئي هوندو هو تہ ڪيس صَرَفَ جا ابتدا ئي قائدا پڙهائبا هئا. پهريون پهريون ڪتاب جو پڙهائبو هو سو هو"ميزان الصَرفَ" اهو مشهور ولي ۽ عالم شخص لعل شهباز جو ٺهيل آهي ۽ ٻيا ڪتاب جهڙوڪ "اجناس يا نشعب" گهڻو ڪري ياد ڪيا ويندا هئا. ٻئي ڪتاب مٿئين پلاري نالي واري بزرگ جا لکيل آهن. ٽيون ڪتاب (عقد) نالي پڙهايو ويندو هو سو بہ مخدوم لعل شهباز جو لکيل آهي".

ان جو مطلب اهو ئي ٿيو تہ. هو ايڏو تہ وڏو عالم هو جو سندس علم صدين تي حاوي هو ، پر افسوس جو هيڏي وڏي عالم جا اهي مشهور ڪتاب اڄ نظر ڪان دور آهن. ان مان ثابت ٿئي ٿو تہ. سيوهڻ ۾ جيڪو "فقيہ الاسلام" نالي مدرسو هو. سو گهڻي قدر پاڻ ئي قائم ڪيو هوندائون. چاڪاڻ تہ سندن اچڻ ڪان اڳ ۾ سيوهڻ هڪ بدڪار ماڻهن جو شهر بڻجي

چڪو هو. جتي ڪو بہ قاعدي قانون جو نالو نہ هو ۽ نہ ئي ڪا مسلماني هئي، ان دؤر ۾ چرپٽ راجا جو قانون عروج تي هو. جڏهن قلندر لعل شهباز جن هن شهر ۾ قدم رکيو تہ هن شهر جا ڀاڳ کُلي ويا ۽ قلندر لعل شهباز جي روحاني تعليم ڪيترن ئي ڀٽڪيل انسانن جي دلين کي پُرنور بنائي ڇڏيو ۽ آهستي آهستي ڪيترن انسانن اسلام قبول ڪرڻ شروع ڪيو ۽ چوڏاري روحاني، مذهبي ديني تعليم جي روشني پکڙجڻ لڳي ۽ جهالت ۽ لاديني جو انڌيرو ختم ٿيڻ لڳو ۽ سيوهڻ هڪ پرامن شهر بنجي پيو.



# حضرت قلندر لعل شهباز جي تعليم
# جو سنڌ وارن تي اثر

علي اصغر اوٺو

حضرت قلندر لعل شهباز جو سنڌ ۾ خاص ڪري سيوهڻ ۾ اچڻ مقصد کان خالي نہ هو. حضرت قلندر لعل شهباز صرف سيروسياحت جي غرض سان سيوهڻ ۾ نہ آيو هو. بلڪ سندن مقصد دين جي تبليغ ڪرڻ هو. اسلام جي تبليغ نہ فقط عالم، عابد، زاهد ۽ مجاهد ئي ڪن ٿا. پر ولي، غوث، قطب ۽ قلندر بہ ان ميدان عمل ۾ نمايان ڪردار ادا ڪن ٿا. ڪفار ۾ جتي جابر، پهلوان ۽ جاهل رحم جنگ ۽ علم وسيلي راهہ راست تي نہ ايندا آهن تہ اتي قدرت جي طرفان ولي، غوث، قطب ۽ قلندر ئي هوندا آهن. جي پنهنجي مالڪ جي رهبري سان ڪرامتن جي وسيلي کين قائل ڪندا آهن ۽ باطل کي هٽائي حق جو عَلَمُ کڙو ڪندا آهن. اهڙن انسانن لاءِ صرف تلوار تبليغ ۽ زاهد و تقويٰ ئي ڪافي نہ آهن بلڪ سندن سياهہ قلبن کي روشن ڪري وحدانيت ڏانهن قائل ڪرڻ لاءِ معجزه ۽ ڪرامتون بہ ضروري آهن.

دين حق جو پيغام ديس ديس جي ماڻهن تائين پهچائڻ جو جيترو حصو اولياءَ ڪرام ۽ صوفياءِ عظام جو آهي اوترو نہ خاص فاتحن جو آهي نہ ڪو عالمن ۽ قاضين جو آهي. اِها هڪ اهڙي حقيقت آهي جنهن کي خود پنهنجا تہ پنهنجا پر پراوا بہ تسليم ڪن ٿا. جهڙي طرح انگلستان جو مشهور"مستشرق عالم سرٿامس آرنولڊ" لکي ٿو تہ"اسان کي اسلام جي تبليغي روح جي تلاش جنگي جوڌن مسلمانن يا محدود نظرياتي مُلائن جي غيظ و غضب ۾ نہ ڪرڻ گهرجي بلڪ انهن پرامن ۽ خاموش مبلغن جي ان جاتل ڪوششن ۾ ڪرڻ گهرجي جن پنهنجي عمدي اخلاق ۽ صالح عملن

سان ماڻهن جا مَنَ موهيا"

اِهو اشارو انهن صوفياء حضرات ۽ اولياء ڪرام ڏانهن آهي جيڪي جتي بہ ويا، اتي امن ۽ آشتي، صلح، سڪون، محبت ۽ مساوات خلوص ۽ رواداري، انساني اخوت ۽ برادريءَ جو پيغام ڪڻي ويا ۽ حق جي تبليغ جي اعليٰ مقصد حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا. جيڪو ٻئي طرف حاصل ڪرڻ ممڪن نہ هُو، جن برگزيده بزرگن حق جي تبليغ جو حق اهڙي پيغمبرانہ تدبر، تحمل، خلوص ۽ محبت سان ادا ڪيو . انهن بزرگن مان حضرت قلندر لعل شهباز بہ هڪ هئا.

حضرت قلندر لعل شهباز هن برصغير پاڪ وهند جي انهن آڳاٽن بزرگن مان آهن، جن ڪشالا ڪاٽي پنهنجي مثالي زندگيءَ ذريعي اسلام جي عالمگير پيغام کي هن ملڪ جي عوام تائين پهچايو ۽ هن ملڪ کي پنهنجو ڪري سڃاتو ۽ پنهنجي سموري زندگي هتي جي ماڻهن کي ديني ۽ مذهبي تعليم ڏيندي صراط المستقيم ڏيکاريندي صَرف ڪئي، هن حقيقت کان انڪار نٿو ڪري سگهجي تہ هن خطي جا عظيم صوفي بزرگ ۽ سندن لازوال پيغام سنڌ جي سڃاڻپ جو سڀ کان اهم محور آهن. انهن بزرگن پنهنجون زندگيون انسانيت جي فلاح لاءِ وقف ڪري ڇڏيون ۽ هو روحاني مسرتن ۽ حاصلات ۽ نفرتن جي خاتمي لاءِ ڪوشان رهيا ۽ هنن هميشہ چنڊ [illegible] سان جيڪڏهن ڏٺو وڃي تہ قلندر لعل شهباز [illegible] باطني طرح پنهنجي روحاني فيض جي عنايتن سان اسريءَ طرح روشن رکيو جهڙيءَ طرح سج پنهنجي روشني ءَ سان بين سيارن کي روشن، دلڪش ۽ زيب ور بنايو، نہ صرف ايترو بلڪ هن ويران علائقي کي انهي اعليٰ مقام تي پهچايو، جنهن تي اهل سنڌ جيترو ناز ڪري اهو ٿورو آهي، هن پنهنجي پيغام ذريعي عام ماڻهن ۾ نہ رڳو خدا جي وحدانيت جو يقين پختو ڪيو پر گڏوگڏ اجتمائي پلي وارن مقصدن جي حاصلاتن لاءِ وحدت انسانيت جو پڻ درس ڏنو. حضرت قلندر لعل شهباز هن خطي ۾ اسلام جي آبياري ۽ دين جي فروغ لاءِ نمايان ڪردار ادا ڪيو ۽ پنهنجي پيغام ذريعي ماڻهن ۾ ساڃاهہ پيدا ڪئي ۽ ڪين

دين جي طرف راغب ڪيو ۽ وڪ وڪ تي سندن رهنمائي ڪئي.

سيوهڻ جي هيءَ اُها سر زمين هئي، جنهن جي تقدير تي بدنصيبيءَ جا اهي ڪَڪَر ڇانيل هئا. جنهن ۾ هن کي سڀ ڪو حقارت (انڌير نگريءَ) جي نگاهه سان ڏسندو هو ۽ سندس تاريخ سياهه ٿي چڪي هئي مگر حضرت قلندر لعل شهباز پنهنجي آمد ۽ اقامت سان انڌير نگريءَ مان بدلائي، ان کي برڪتن ڀريو شهر بنائي ڇڏيو ۽ سندس سيني ۾ پنهنجو آخري آرام گاهه بنائي ڪيس شريف جو لقب ڏياريو جو اڄ تائين صرف سيوهڻ نه بلڪ احترام خاطر ماڻهن هن شهر کي سيوهڻ شريف سڏين ٿا.

هي ساڳيو ئي شهر آهي جنهن ۾ قلندر لعل شهباز جي اچڻ کان اڳ ڪوبه شريف ماڻهو اچڻ مناسب نه سمجهندو هو ۽ هن وقت هتي روزانه سوين ماڻهو سوالي بنجي اچن ٿا. جن مان ڪن کي بروقت جيڪڏهن ڪو خاطر خواهه جواب نٿو ملي ته ٻارين ٻچين سندن درگاهه جي صحن ۾ رهي ٿا پون ۽ اهي تيستائين سندن دروازو نٿا ڇڏين، جيستائين سندن دلي مراد پوري نٿي ٿئي، ڪيترائي وري سندن دروازي تي سُکائون ۽ نذرانه ورهائيندي نظر اچن ٿا، انهي ڪري هي شهر نه فقط سنڌ جو مرڪز آهي بلڪ لکها انسانن جي دلي تمنائن جو به مرڪز ثابت ٿيو آهي، جنهن جو زنده مثال ميلي جو موقعو هر سال پيش ڪري ٿو. ڇاڪاڻ ته سندن ميلي ۾ قلندري قرب جي ڪمند جا قيدي ۽ مست جي محبت جا متوالا بي انداز شريڪ ٿي پنهنجي صداقتن جو ثبوت هڪ طرف ڏيندا آهن ته ٻئي طرف وري ان مان سيوهڻ جي سنڌ ۾ اهميت نظر ايندي آهي.

حضرت قلندر لعل شهباز اسلامي تعليم ۽ تبليغ جو ڪم پنهنجي مرڪز سيوهڻ کان شروع ڪيو ۽ سندس بزرگيءَ جي ڪري آهستي آهستي سنڌ جي ٻين شهرن، ڳوٺن تي به سندن اثر غالب پوندو رهيو، جنهن جي ڪري پوري سنڌ سندن روحاني طرح معتقد بنجي پئي آهي.

هڪ روايت مطابق ته، "حضرت قلندر لعل شهباز اٽڪل ڇهه سال سيوهڻ ۾ قيام فرمايو ۽ اتان پنهنجي قائم ڪيل خانقاهه مان اسلام جو نور سڄي سنڌ ۽ ٻري ٻري تائين پکيڙيندا رهيا، سندن ذات مان هزارين انسانن

هدايت جو رستو اختيار ڪيو ۽ ڪين اسلامي تعليمات مطابق پاڻ ۾ پائر بنائي ڇڏيائون. مطلب تہ انهي ٿوري عرصي ۾ پاڻ اهو ڪم ڪيائون جيڪو صدين ۾ پورو ٿي سگهندو آهي.

حضرت قلندر لعل شهباز جو سيوهڻ ۾ اچي راهہ راست تان پٽڪيل انسانن کي پنهنجي ضعيفي مالڪ کي سڃاڻائڻ ۽ سندن ڪٽيل قلبن کي اسلام جي تعليم سان روشن ڪري ظلم جي پاڙ پٽڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪوبہ ڪونہ هو. حقيقت ۾ اها ئي مصلحت ربي هئي، ڇاڪاڻ تہ قلندر لعل شهباز سيوهڻ ۾ اچڻ شرط ڪنهن بہ طاقت جي پرواهہ نہ ڪندي ڪرامتن جو اظهار ڪرڻ ۽ ڪليءَ طرح اسلامي تبليغ ڪري هتان جي ماڻهن جي دلين تي وڏو اثر ڪيو جنهن ڪري سڀ سندن بزرگيءَ جا قائل ٿي ويا. ڪيترن سندن عملي زندگي ۽ صحبت مان بهرور ٿي پنهنجون مرده دليون جيئاري پنهنجي تاريڪ زندگي روشن ڪئي. انهن مان ڪيترا صاحب ڪرامت بنيا تہ ڪي پرهيزگار ۽ زاهد و تقويٰ جا مالڪ بنيا تہ ڪن وري پنهنجي اڳ ڪيل خطائن جي معافي وٺي، پنهنجي زندگي سنواري ۽ بارگاهہ ربّ العزت ۾ عاجزي ڪري پنهنجا ٻئي جهان موچارا ڪري ابدي آرام حاصل ڪيو. يعني حق آيو ۽ باطل مٽجي ويو.

حضرت قلندر لعل شهباز جي سيوهڻ ۾ پهرئين روحاني ديني تعليم ۽ برڪت هيءَ هئي تہ پاڻ گمراهہ ۽ بدڪار ماڻهن کي اسلام قبول ڪرڻ جي دعوت ڏني ڪين براين ۽ بدڪارين کان پري رهڻ جي هدايت ڪئي، اسلام جي پاڪ اصولن کان انهن کي روشناس ڪرايو سيوهڻ جا وڏا وڏا زميندار ۽ رئيس انهن براين ۾ برابر جا شريڪ هئا، ان ڪري انهن عشق پرست عوام سندس وڏي مخالفت ڪئي، پر حضرت قلندر لعل شهباز اهڙين حالتن ۾ بہ اسلام جي شمع کي روشن ۽ منور رکيو. آهستي آهستي ان شمع جي روشني پکڙجڻ لڳي ۽ ماڻهو ديني ۽ روحاني تعليم کي قبول ڪرڻ لڳا. ڏسندي ڏسندي براين جي جڳهہ تي نيڪيون آيون بدڪاري ۽ فحاشي کان ماڻهن پاسو اختيار ڪيو گناهن ۽ براين جا مرڪز ويران ۽ سنسان ٿي ويا.

حضرت قلندر لعل شهباز سيوهڻ جي جنهن محلي ۾ قيام پذير

هو. اهو محلو فحاش ۽ بدڪار عورتن جو مرڪز هو. هن عارف باالله جي قدم مبارڪن جو پهريون اثر اهو ٿيو جو زنا ڪاري ۽ بدڪاري جي بازار ٿڌي ٿي وئي، ماڻهن جون دليون نيڪي ۽ پرهيزگاري ڏي مائل ٿيڻ لڳيون. بدڪار عورتن هن مرد حق جي هٿن مبارڪن تي توبهه ڪئي. انهن عورتن بدڪاري ۽ بيون برايون ڇڏي پرهيزگاري جي زندگي گذارڻ جو عهد ڪيو. هن پهرين برڪت ڪانپوءِ حضرت قلندر لعل شهباز سيوهڻ ۾ اسلامي تعليم کي عام ڪرڻ شروع ڪيو. سندس اسلامي تعليم جو اهو اثر ٿيو جو ماڻهو هڪ ٻئي جي پٺيان سندس خدمت ۾ حاضر ٿي اسلامي تعليمات مان ديني ۽ روحاني فيض ۽ برڪتون حاصل ڪندا رهيا.

حضرت قلندر لعل شهباز سڄيون سڄيون راتيون خدا جي عبادت ۽ فڪر ۾ گذاريون ۽ ڏينهن جو خلق خدا کي صبر ۽ شڪر، محبت ۽ رواداري، امن ۽ سخاوت جو سبق ڏيندو رهيو. هر ڪنهن مصيبت جي ماريل جي مدد ڪندو هو ۽ اهو ئي سندس زندگيءَ جو پهريون ۽ آخري مقصد هو. اهي ئي قلندر آهن جن پنهنجي نفس کي ختم ڪري هن دنيا جي لذتن، آرائشن کي ختم ڪري صرف حقيقي پرڀوءَ کي پسيو ۽ دنيا کي حقيقي راحت ۽ سڪون جو سبق ڏيئي پنهنجي اصل ماڳ ڏوف ويندا رهيا.

لاهي حاج هِتان، ويا مارو ٿَر اُڪَري
وڃي سي ماروئڙا مٿي، ٿر ٿيا
رهجي ڳَڻَ ويا، تن مارن جا ملير ۾
(شاهه)



## اوهانجي ياد کي مرشد حياتِ جا ودان چاتم

صوفي جهامنداس "عاشق"

چئن جو چاه آ توسان پنجن کي مهربان چاتم
سخي هن سخن جي کي پڻ صوفي آخرزمان چاتم

قسم آ لفظ هڪ تنهنجو سمورو داستان چاتم
اوهان جي راز مان رهبر مڪان لامڪان چاتم

برابر سنڌ جي باغ، ادب کي تو ڏنو پاڻي
اوهانکي دلبرا سنڌي زبان جو پاسبان چاتم

قلندر لعل تون لاشڪ با ـدي جو ڏٺي آهين
اوهان کي واديءَ مهراڻ جو بس باغبان چاتم

ورائي ورق جو هڪڙو ڏنم رهبر رياضت جو
سلوڪ سالڪان سمجهيم اصولِ عاشقان چاتم

صفاتون صاف صوفيءَ آهين سرتاج صوفين جو
اوهان جو روضئہ اطهر سخي دارالامان چاتم

قلندر لعل جو لاشڪ آهي جهرجهنگ ۾ نعرو
برابر نعري ۾ شامل زمين و آسمان چاتم

آيو تو در جيڪو سوالي ويو ڪو ڪين آ خالي
اوهانجي عشق ۾ لاشڪ من هر هڪ ناتوان چاتم

خزان جو خوف ٿي "عاشق" وتان ويندو رهيو جڏهين
"اوهانجي ياد کي مرشد حيـتِ جلوه دان چاتم".

# جيئي شهباز

صوفي جهامنداس "عاشق"

جيئي سائين سيوهاڻي شهباز، جيئي سائين سيوهاڻي شهباز
الله نبيءَ جو ان تي آرو پنجتن پاڪ جو راز.
آهي مشهور سائين مروندوارو ساري دنيا ۾ ان جو نعرو
آهي عجب سندس پرواز . . .
شاهه وگدا ان جا سلامي قرب سان در جي ڏين غلامي
محمود هجي يا اياز . . .
در تي جيڪو سوالي آيو وڃي من جون مرادون جلدي پايو
عجب قرب جو سندس انداز . . .
هندو مسلم تو در سوالي ڪين موٽيو ڪو در تان خالي
ڪونه رکين امتياز . . .
نانگا تو در خوب نچن ٿا واهه ڌمالي نعرا هڻن ٿا
عجب سوز وڃي ٿو ساز . . .
جهر جهنگ ۾ آ مست قلندر اڙين منجهين جا آهيو بندر
تا سڀ کي رسايو فياض . . .
ٿا ڌمال وڄائن تنهنجا ڌمالي تنهنجا ڪيئي مست ملنگ موالي
آهي ڇا سندن سوز و گداز . . .
لعلن جو تون لعل قلندر لعل کي لجپال قلندر
نعرو هر محفل جو آغاز . . .
تو منافق کي ماري مچايو ڏنڊي سان دگران دٻيو
ساري دنيا ڪري ٿي لحاظ . . .
صوفي جو سائين عرض اگهايو حبدار جو ڪيو لايو سجايو
جنهنڪي تونئي آهي ناز . . .
"عاشق" پنجن بارهن جو آهيان دايو مٿان سخي قلندر تنهنجو سايو
صوفي آ طالب شاهه دراز . . .

## جهولي جهولي لعل قلندر

رشيد احمد لاشاري

تون ئي جلال و جمال قلندر!
وحدت جو تون وصال قلندر،
حال ۾ تون ئي حال قلندر،
ماضي استقبال قلندر،
لعل لکي لڄپال قلند،
جهولي جهولي لعل قلندر!

—

الا شان جو راز تون آهين،
وحدت جو آواز تون آهين،
"بانگ الست" جو آواز تون آهين
سيوهڻ جو شهباز تون آهين
ڪامل تنهن جو ڪمال قلندر
جهولي جهولي لعل قلندر!

—

تنهن جو نعرو "مست قلندر"
نسيت منجهان تون "هست قلندر"
تون آواز "الست" قلندر!
بيشڪ بالا دست قلندر!
جيڏو تنهنجو جلال قلندر!
جهولي جهولي لعل قلندر!

—

تنهن جي ذات صفات ۾ مولا
لات ۾ مولا، تات ۾ مولا،

هات ۾ موليٰ جهات ۾ موليٰ.
بيشڪ هر هڪ بات ۾ موليٰ.
تنهن جي چوکي چال قلندر!
جهولي جهولي لعل قلندر!

—

قطب نبي جو لخت تون آهين
لطف و ڪرم جو تخت تون آهين.
حق جي گرفت ۾ سخت تون آهين.
تون روشن اقبال قلندر!
جهولي جهولي لعل قلندر!

—

تون ئي مرد قلندر ڪامل
احمد ء احمد ۾ تون شامل
"علم - لدني" جو تون عامل
حق جي هدايت جو تون حامل
ڪر ڪي پلايون پال قلندر!
جهولي جهولي لعل قلندر!

—

"باغ- بقا" ۾ تون آرامي،
"حق موجود" جو تون ئي حامي.
بيشڪ تنهن جو عشق مدامي.
تنهن جي درتي سوين سلامي.
غوث، قطب، ابدال قلندر!
جهولي جهولي لعل قلندر.

—

تنهه جو شان سڀن کان نرالو.
اول آخر تنهن جو اجالو.

"ڪن فيڪون" ۾ تنهن جو نالو
مئي وحدت جو تون متوالو،
تو وٽ جذب و حال قلندر،
جهولي جهولي لعل قلندر!

—

"سلڪ سلوڪ" جو تاج تون آهين.
"لا" ۾ "لايحتاج" تون آهين،
"الا الله" امراج تون آهين،
"او ادنيٰ" جو خيال قلندر!
جهولي جهولي لعل قلندر!

—

تون ئي حسيني حق حقاني
صبر و سخا ۾ تون لا ثاني،
ڏيهه سمورا تنهن جا ڏاني،
نور نبيؐ جي تون ئي نشاني،
تون ئي عليؑ جي آل قلندر،
جهولي جهولي لعل قلندر.

—

صدقو تنهن جي رمز پليءَ جو،
تون ئي قادر قلب وليءَ جو،
تو وٽ صادق، صدق عليؑ جو،
حاتم پينو تنهن جي گليءَ جو،
ڪونهي تو وٽ ڪال قلندر!
جهولي جهولي لعل قلندر!

—

دنيا جي اڄ چال اڙانگي،
نحس نسوري آهي نانگي،

ڪئين جهونگارن جهنگ جا سانگي،
سڏڙا ڪن ٿا سنڌ جا سانگي،
سڀ ڪي ڪر خوشحال قلندر
جهولي جهولي لعل قلندر

—

وصل جو آيو ويلو لعلن!
پل چڪ جو پيچ پليو لعلن،
عشق اتم البيلو لعلن،
ميلي م ڪر ميلو لعلن،
سڪندي گذريا سال قلندر!
جهولي جهولي لعل قلندر،

—

وارث! وحدت سان هن دل کي،
ڪامل قدرت سان هن دل کي،
ازلي عظمت سان هن دل کي،
درد جي دولت سان هن دل کي،
ڪر تون مالا مال قلندر!
جهولي جهولي لعل قلندر!

—

ڏينهن جا ڏاتار قلندر!
ملڪن جا مهندار قلندر!
عالم جا آڌار قلندر!
بيڙو ڪر تون پار قلندر!
هيڻا آهن حال قلندر!
جهولي جهولي لعل قلندر!

—

تنهن جي سڪ جي ساري ڏسجي،
ننڊ ۾ پڻ بيداري ڏسجي،
غير وٽان بيزاري، ڏسجي،
دمدم تنهن جي ڌمال قلندر.
جهولي جهولي لعل قلندر.

—

دل ۾ بره جون باهيون ٻاري،
سبق سلوڪ جو جڏ سيکاري،
نظر نوازش سائين نهاري،
سائين! سر تان جڏ سڀ ٽاري
جهيڙا جنگ جدال قلندر!
جهولي جهولي لعل قلندر!

—

پر جهل! نيت ڪيون پلايون،
دل جون اميدون توئي پڄايون،
مٺيون تو محبوب مدايون،
تنهن جي صدقي ٻٽيا چڱايون،
منهن جا بد اعمال قلندر.
جهولي جهولي لعل قلندر!

—

لعلڻ! تو وٽ لک لک زاري،
داتا، دل ڪي ڏي دلداري،
تنهن جي در تي سو سو ؤ واري،
بيشڪ ڏيندو هٿي "لاشاري"
چوه منجهان لک چال قلندر.
جهولي جهولي لعل قلندر.

# قلندر جي سنڌڙي

رحيم بخش "قمر"

سراسر سون ساري ٿي، قلندر لعل جي سنڌڙي!
بلاشڪ هيءَ پلاري ٿي، قلندر لعل جي سنڌڙي!!

پلاريءَ پونءِ جنهن مان ٿيو، پنائي گهوٽ ۽ روحل،
نرالي ۽ نياري ٿي، قلندر لعل جي سنڌڙي!
وسن ٿا مينهن سانوڻ ۾ ترن ۾ ٿي ٿئي ٿاڌل،
سچي خوشبوءِ واري ٿي، قلندر لعل جي سنڌڙي!

بلاول سنڌڙيءَ جي لئي هو گهايو گهوٽ گهاٽي ۾،
سچڻ اهڙي اُجاري ٿي، قلندر لعل جي سنڌڙي!
وهن ٿيون کير، ماڪيءَ جون نراليون خوب هت نهرون،
مٺي ٿي ۽ مٺياري ٿي، پنائي گهوٽ جي سنڌڙي.

مبارڪ هيءَ مٿي آهي، قلندر لعل جنهن آندو،
هي پارس ۽ پياري ٿي، قلندر لعل جي سنڌڙي!
"قمر"! ۽ سج، ستارا سڀ چُمن ٿا خاڪ جنهن جي نت
هي جرڪي جيءَ جياري ٿي، قلندر لعل جي سنڌڙي.

## مفڪر لعل مروندي

حاجي علي بخش جمالي

جمال عظمت انسان قلندر لعل مروندي
مفڪر لعل مروندي مفسر لعل مروندي

يقين و عزم ڪامل سان وفا سان زهد تقويٰ سان
نمايان تو ڪيو شان پيمبر لعل مروندي.

فصاحت ۾ بلاغت ۾ ولايت ۾ صداقت ۾
نہ تنهن جو ٿي سگهيو ڪوئي بہ همسر لعل مروندي

ڪئي تو زندگي ۾ زندگي حاصل حيات آهين
ويو آ موت ڪائي مات تو در لعل مروندي

هلن ٿا جا بجا بيشڪ ترانا تنهن جي عظمت جا
سلامي ٿا ڀرن تو وٽ سڪندر لعل مروندي

ادب جي گلستان ۾ بلبلن ڪوئل چتون چيهن
چيو صد مرحبا سهڻا گل تر لعل مروندي

توڪل جو ٻڌي ترهو محبت پارسائي سان
ڪيو فطرت جو دريا تو مسخر لعل مروندي

گذريو هوش سان هر وقت تو مستني جي عالم ۾
تو بخشيو حوصلو نادان کي دلبر لعل مرونديءَ

ڏسي تنهن جو رخ زيبا مڙئي غلمان ۽ حورن
کيا جنت ۾ گل توتي نچاور لعل مرونديءَ

هٿين خالي اگر تو وٽ اچي جهولي ڀري ويندي
سچ جو تو ڇڏيو کولي گهنٽ در لعل مرونديءَ

جهان عشق جي افسر نشا نير لعل مرونديءَ
دلين جي ديس جا حاڪم اي دلبر لعل مرونديءَ

مديني مان سند حاصل ڪري ايران کان اسري
سونهاري سنڌڙي تو ڪئي اجاگر لعل مرونديءَ

ڪرم پير مغان پنهنجو ڪو ڪر مرندن تي
وڃن قرآن جا ٻنجي، مجاور لعل مرونديءَ

حمالي هڪ نه پر اهڙا ڪيئن لنئن جا شيدائي
بنائن ٿا گهرن پنهنجو مقدر لعل مرونديءَ

## قلندر لعل سيوهاڻي

حسين بخش"خادم"

سگهو ٿي سير م ساڻي قلندر لعل سيوهاڻي
حقيقت حال ٿو ڄاڻي قلندر لعل سيوهاڻي

وسيلن بي وسيلو ڪيو وسيلو وير تنهنجو آ
نہ هادي دير ڪر هاڻي قلندر لعل سيوهاڻي

نڪي ترهو نڪا سيڙهہ نڪي ويجهو ملاح آهي
رڳو چوطرف آ پاڻي قلندر لعل سيوهاڻي

عزيزن دوستن يارن خويشن هٿ ڪڍيا مون مان.
دکي دل آه وڪياڻي قلندر لعل سيوهاڻي

فقط بينل جو آهي سيڪو ڪرئي جو ڪير ڪونهي ڪو
اي سيد تي سگهو ساڻي قلندر لعل سيوهاڻي

وبس مان راهہ م رلجي پري ٿيو ڪاروان مون کي
سگهو رهبر ڏي سمجهاڻي قلندر لعل سيوهاڻي

نڪي هٿ م نڪي هڙ م نڪا حجت نڪا واهہ
هي جهولي ٿي فقيراڻي قلندر لعل سيوهاڻي

اگر قسمت ڦٽل آهي تہ ان کي هر طرح ناهيو
اٿو پرتل ڪکي ڪاڻي قلندر لعل سيوهاڻي

ڪئي آ التجا خادم مقدر مير بدلايو
پرين سان ڪر ڪا پرچاڻي قلندر لعل سيوهاڻي

# قلندر شهباز (مستزاد)

حافظ محمد "احسن" چنا

چا شان چوان تنهنجو ۽ عزت و عظمت — شبهاز قلندر.
الله ڪئي توکي عطا عشق جي دولت — شهباز قلندر.
تون عالم و عامل ۽ ڪمالات ۾ ڪامل — فياض ۽ فاضل.
تون حافظ قرآن ۽ باشرع وطريقت — شهباز قلندر.
تون عشق ۾ غالب ۽ سدا حق جو طالب — ۽ حال جو صاحب.
تون واصل حق، صاحب اقليم، ولايت — شهباز قلندر.
تون عارف و طائر ۽ ٿئين مست قلندر — پر علم ۾ اڪبر.
تون صاحبِ جذبہ ۽ صفت جوش و جلالت — شهباز قلندر.
تون صوفي وبا راز ٿئين لعل ۽ شهباز — اعزاز ۾ ممتاز.
تنهنجي ٿي نظر فيض اثر عين عنات — شهباز قلندر.
تون ماهرِ اشعار هئين نينهن ۾ نروار — ۽ عشق ۾ اظهار.
بي باڪ موحد بہ ۽ عرفان حقيقت — شهباز قلندر.
تون رند هئين، تنهنجو ٿيو مشرب — اعليٰ اهو منصب.
تون مست الست آهين سدا محو محبت — شهباز قلندر.
تون عشق جي دريا جو ٿي غواص يگانو — گوليو تو خزانو.
هو عشقِ خدا تنهنجو تہ مذهب ۽ ٿي ملت — شهباز قلندر.
هئي ڀاڳ ۽ رحمت ۽ چوان خوبي قسمت — الله جي نعمت.
تون آهي ڪٿي سنڌ سڳوريءَ ۾ سڪونت — شهباز قلندر.

# احسان قلندر

سيد اظهر گيلاني

کريان اظهار ڇا شان قلندر؟ — تـي مرضـي خدا، آن قلندر
مثل دين کي جياريائين نئين سر — اهو آ دين تـي احسان قلندر

”ڇڏي باطل، ونو دامان حق کي“ — هيو سيوهڻ ۾ اعلان قلندر
وئـي تـي مرد ”بـازار هنـودي“ — کلي ويو جئڻ جو دکان قلندر

مجو تي ”بودلي“ جي ٻوٽي ٻوٽي — حضور دل سان فرمان قلندر
تتل تئي ۾ ٻه سڏ سان سڏ ڏنائين — خطا تيا کين احسان قلندر

اتي اڳ گرم هئي، بازار بدعت، — جتي اڄ آه ايوان قلندر
اهي خود دائمي ڇيهي ۾ آيا، — رتي رٽ جن تي نقصان قلندر

سڏي ”عثمان مروندي“ تو عالم، — لقب شهباز شايان قلندر
ستين هجري ۾ وارد سنڌ ۾ تي، — کيو سنڌين تي احسان قلندر

قلندر دهر ۾ آهن اڌائي، — هي آسادات، ذيشان قلندر
تو ناڙي ميزبان بازر کي بازر — قلندر تيندو، مهمان قلندر

قلندر سال نئين ۾ گهوٽ آهي، — رهيا محروم ياران قلندر
ضلالت منجي وئي حق ۾ جئن جو، — پسـاير روئـي تـابان قلندر

ڏسي باطل کي حق تي حملہ آور — لڏيو هرگز نہ ايمان قلندر
قلندر سمجهندا راز قلندر، — نہ سمجهڻ آهہ آسان قلندر

ڦتي پٽرمان چشمہ آب خوش جا، — رکن سر سبز بستان قلندر
در حيدر جو سگ آهي قلندر، — تيو ”اظهر“ ثنا خوان قلندر

# ديوانا هلي آيا

استاد بخاري

او دنيا تنهنجي در تي ڪو وڏو ايڏو نہ چقمق آ
هي ديوانا تہ ڇا ڇڪجي وڏا دانا هلي آيا

ڪڏهن فوٽا چتيو منظر زمانو موٽ ٿو کائي
ستين سن ڏي ڏسو پندرهين جا نذرانا هلي آيا

پڇي پاڇا پڌاڻيون تہ شمعون ٻاريون ويون آهن
هُميا پوپٽ هُلايائون تہ پروانا هلي آيا

اماڻيئون سڄ اولهہ ڏي تہ تارا ٿي سهارا پيا
ڏڪاريائون حقيقت کي تہ افسانا هلي آيا

اٿين مجبور ٿي هن نظر ۾ قافيا رديف آيا
جيئن ڪنهن دور جي دربار ۾ ٻانها هلي آيا

ٽڪو دستور جا درياهہ تنهنجو وهڪرو آهي
اديب استاد عالم جن تہ ڪک ڪانا هلي آيا

# مرد خدا جي آمد

استاد بخاري

در و قصر شهہِ شاهان تا لڏن. ڪنهن مست گدا جي آمد آ.
باطل تو ٿهي، بت ٿا چرڪن، پڪ مرد خدا جي آمد آ.

—

گرمي ۽ گهٽ وڌندي آهي ناگاهہ ڪو طوفان ايندو آ.
گجگوڙ ڪري گجندو آهي، اپ زور، تہ باران ايندو آ.
انسان ڪي ڪائڻ لاءِ جڏهين انسان تي حيوان ايندو آ.
ظالم ڪي ۽ ظلمن ڪي ميٽڻ لئہ جوش ۾ يزدان ايندو آ.

فرعون جي ڪن چوٽي، تہ يقين موسيٰ ۽ عطا جي آمد آ.
تڪليف وڌڻ ڪان پوءِ ٿيندي تڪليف ڪشا جي آمد آ.
در وقصر شهہِ شاهان تا لڏڻ، ڪنهن مست گدا جي آمد آ.
باطل تو ٿهي، بت ٿا چرڪن، پڪ مرد خدا جي آمد آ.

سڪرات ۾ آهي ظلم وستم، ان لاءِ قضا جي آمد آ.
مجبور ويون ٿي مجبوريون آزاد فضا جي آمد آ.
درو قصر شهہِ شاهان تا لڏن، ڪنهن مست گدا جي آمد آ.
باطل تو ٿهي، بت ٿا چرڪن پڪ مرد خدا جي آمد آ.

—

دوزخ ۾ ويو ٻڏول مچي جو ميدان ۾ جنت ٿي اچي
ڪلفت رئندي رڙهندي ٿي وڃي، ڪلندي ٽلندي، الفت ٿي اچي
لک لک واڌايون او دنيا! ۾ انسانن ڏي عزت ٿي اچي
ٿهڪو، ڳايو، جهولو جهومو نعمت ٿي اچي رحمت ٿي اچي

تخريب و دغا ويڙهي ٿي ٿپڙ، تعمير و وفا جي آمد آ.
اوباش ادا جي مسند تي، مرغوب ادا جي آمد آ.
درو قصر، شهہِ شاهان تا لڏن، ڪنهن مست گدا جي آمد آ.
باطن تو ٿهي، بت تا چرڪن، پڪ مرد، خدا جي آمد آ.

—

آفاق ڪي صبح و شام ، شفق، لبڙن تي لالي ٿو لائي،
مشڪي ٿي مشڪي شب، اجرڪ قلزين واري سر تي پائي،
ڏس سانولڙي پريات، مکي خوشبوءِ فضا کي مهڪائي،
ٿي سورهن ئي سينگار ڪري، فطرت سهرا، لاڏا ڳائي.

ڪيڙن ۾ نٿي دنيا ماپي، جان دنيا جي آمد آ،
آ ڪاش ندي راهون ٿي چمي ڪنهن راهنما جي آمد آ،
درو قصر شهہِ شاهان تا لڏن، ڪنهن مست گدا جي آمد آ.
باطن تو ٿهي بت تا چرڪن، پڪ مرد خدا جي آمد آ.

—

آزاد جي شعلن مان ٿيون ڦٽن، بستان خليلي جون مکڙيون،
فرعون جي فرعوني گهر ۾ ، نپجن موسيٰ جهڙيون هستيون،
ڪارين راتين جي پيٽن مان، نڪرن پوربون سهڻيون صبحون،
صحرا جي تپندڙ واري ۾ ، ايرن ٿڌڙا چشما ڪجيون.

سورين جي لڏندڙ تختن تي، حقن جي صدا جي آمد آ.
"ننهن ننهن" جي ڪرندڙ ڪوٽن ۾ فاتح "ها ها" جي آمد آ.
درو قصر شهہِ شاهان تا لڏن، ڪنهن مست گدا جي آمد آ.
باطن تو ٿهي، بت تا چرڪن، پڪ مرد، خدا جي آمد آ.

استاد سخن تنهنجي ۾ اڄ اهڙي تہ بلاجي آمد آ،
جهڙي هي قلندر جي پڙ ۾ اڄ خلق بہ جي آمد آ.

## اڏيا عشق اوتارا

"فيض" بخشا پوري

اڏيا عاشق اوتارا، قلندر تنهنجي نگريءَ ۾،
لڳن ٿا نينهن جا نعرا، قلندر تنهنجي نگريءَ ۾.

1 - زيارت گاهه روضو مومن و ڪافر جو آ ليڪن،
ٿيا ظاهر اچا ڪارا، قلندر تنهنجي نگريءَ ۾.

2 - محمد مصطفيٰ ﷺ جي عاشقن تي خود خدا عاشق،
ٿين رحمت جا وسڪارا، قلندر تنهنجي نگريءَ ۾.

3 - فرشتہ نور افشاني ڪرن ٿا تنهنجي روضي تي،
اچن ٿا آسمان وارا، قلندر تنهنجي نگريءَ ۾.

4 - پري پيڪر نگارانِ جهان جي جلوه آرائي،
ڪيم جنت جا نظارا، قلندر تنهنجي نگريءَ ۾.

5 - خرد مندن ڪي تو بيخود بڻايو جامِ عرفان سان،
ڦرن ٿا مست ويچارا، قلندر تنهنجي نگري ۾.

6 - غلامِ حيدر صفدر جي زورِ ضربِ ڪاريءَ سان،
مري ويو نفسِ امارا، قلندر تنهنجي نگريءَ ۾.

7 - سنڌ ذرتي جو هر شهر گويا تنهنجي نگريءَ آ،
ويا گلزار ٿي سارا، قلندر تنهنجي نگريءَ ۾.

8 - رهيا هوش و خرد رقصان جنونِ عشق و مستيءَ ۾،
عجب اسرار آ پيارا، قلندر تنهنجي نگريءَ ۾.

9 - ڪرن ٿا روز و شبِ ذوق. زيارت م ضيب باري.
هي مهرو ماهہ ۽ تارا، قلندر تنهنجي نگريءَ م.

10- هي تنهنجو شهر بحرِ بيڪران فيض و ولايت جو.
تري ويا گويا ان تار هن. قلندر تنهنجي نگريءَ م.

11- صداءِ وحده جو شور آ سازِ رگِ دل م
وجن ٿا جيئن يڪتارا. قلندر تنهنجي نگريءَ م.

12 - ڪلام "فيض" درويش، خدا. سرچشمہ عرفان.
ڪيا مون پيش شه پارا، قلندر تنهنجي نگريءَ م.

## نذر قلندرانہ

احمد خان "آصف"

مستيءَ جي فلسفي جا پيغامبر، قلندر!
ظاهر ۾ مست، باطن ۾ هوشور، قلندر!

نادر ٿي فخر سمجهيو، جا روپ ڪش ٿيڻ ۾ ،
جت شاھہ جهڪن ٿا، تنهنجو سو در، قلندر!

مرقد سنڌ ءِ تي ڏيئا، ساقط شهاب ٻڻيا،
ڪن خاص نور پاشيون، شمس و قمر قلندر!

مستيءَ جي ناھہ معنيٰ، ديوانگي يا مستي،
مستي خداشناسي، آهي مگر، قلندر!

مستي مجاهدي ۽ نالو مشاهدي جو،
مستي ڪري ٿي روشن قلب و نظر، قلندر!

مستي نہ آھہ گويا هڪ حر معرفت جو،
غواص ڪي ملن ٿا لعل و گُهَر، قلندر!

مستيءَ ذخيرو آهي روحاني قوتن جو،
مستيءَ ۾ آھہ، پنهان فتح و ظفر، قلندر!

فيض و ڪرم جو درياھہ درگاھہ تنهنجي آهي.
سيراب ٿين ٿا ڪيئي، شام و سحر، قلندر!

"آصف" جو نظم آهي، نذرِ قلندرانہ،
پنهنجي حضور ۾ سو، منظور ڪر، قلندر!

# لکان ڇا حال سيوهاڻي؟

احمد خان مدهوش

دغـا بـازن ڏنـارن جـا. ڏسـي افـعـال سـيـوهـاڻـي
آيا آهيون ڪٽـي دانـهـون، سـخـي لـڄـپـال سـيـوهـاڻـي

اڪـيـن آڏو اٿـئـي سـارو، اسـان جـو حـال سـيـوهـاڻـي
ڪري گهر گهر ڪي ڇڏيو، قحط ڪـنـگـال سـيـوهـاڻـي
ڇڪر هي چرخ جو، يا پـونءِ جي پـونـچـال سـيـوهـاڻـي
ڏسون ٿا مـلـڪ جـو مـاحـول تـيـرهـن تـال سـيـوهـاڻـي
عليءَ جي آل سيوهاڻي، سخي لڄپال سيوهاڻي

وجـي ٿـي روز تـيـنـدي سـنـڌ پـائـيـمـال سـيـوهـاڻـي
خوشي هوندي تہ سڌباسين سيئي خوشحال سيوهاڻي
روايت هي ٻڌي ٿئون بودلي ڪي توبچايوهو سيوهاڻي
وطـن جـي بـودلـن جـو ٿـيءُ وري رکـوال سـيـوهـاڻـي
عليءَ جي آل سيوهاڻي، سخي لڄپال سيوهاڻي

ڪـڇـي ڪـاڇـي، سري، تـوڙي وچـولـي لاڙجـي پـاسـي.
سُڻـون هـر سـوءِ ٿـا بـڙڏول بـائـيـتـال سـيـوهـاڻـي!
اٽڻ مشڪل ويهڻ مشڪل، چُرڻ مشڪل، ڪـڇـڻ مشـڪـل
ڏسون ٿا پيا مرڻ مشـڪـل، جيئڻ جنجـال سـيـوهـاڻـي.
عليءَ جي آل سيوهاڻي، سخي لڄپال سيوهاڻي

روزانـو مـسـجـدن ۾ پـي، قـتـلام ڪـيـئـي.
هـتـان انـسـان جـي انـسـان، سـال وسـال سـيـوهـاڻـي

امينن مان امانت وئي، خيانت آهِ ڪاهي پئي،
مُروّت ۽ محبت جو وڏو آ ڪال سيوهاڻي.
عليؑ جي آل سيوهاڻي، سخي لڄپال سيوهاڻي.

”ليڙن جو چورن جو ڪوئي مارو بہ ڪونهي ڪو
سڄي دادو ضلعي ۾ جڻ تہ موچارو بہ ڪونهي ڪو
ڪوئي چاڙهو بہ ڪونهي ڪو، ڪوئي چارو بہ ڪونهي ڪو
پچڻ وارو بہ ڪونهي ڪو، ڪڇڻ وارو بہ ڪونهي ڪو
ڪٿي پهچي ۽ ڪنهن آڏو، ڪريان هڙتال سيوهاڻي.
عليؑ جي آل سيوهاڻي، سخي لڄپال سيوهاڻي.

—

سڄي پنڊال جي آڏو، هيڪاندن هيترن سامهون
ڪئمرائن، قلمڪارن، صحافين، شاعرن سامهون
حڪمرانن، حڪمين، حاڪمن، ليڊرن سامهون
عقيدت مند اديبن، عالمن دانشورن سامهون،
ٻڌي بيباڪ موبائيل جي مِس ڪال سيوهاڻي،
ڏي مَرقد مان چوها چال ڪرڪي پال سيوهاڻي،
ڏسي مدهوش صورت حال پنهنجي ديس جي ابتر،
شڪايت ڪان سواءِ بيو چا لڳي، اي لعل سيوهاڻي!
عليؑ جي آل سيوهاڻي، سخي لڄپال سيوهاڻي.

# رتبهء شهباز کي سمجهي وجو.

احمد خان مدهوش

وقت جي آواز کي سمجهي وجو
ساز ۽ نا ساز کي سمجهي وجو.

ڇرپٽن جو منهن مٿو پيلو ڏسي
هيءَ الستي روُح جو ريلو ڏسي
هيترو مرقد مٿان ميلو ڏسي
سنڌ جي اعزاز کي، سمجهي وجو

وَجدَ واريون صُورتون ڇا ٿيون چَوَن؟
بي تحاشا حرڪتون ڇا ٿيون چون
نچ نچان جون نوبتون ڇا ٿيون چون
ناچ جي انداز کي سمجهي وجو
وقت جي آواز کي سمجهي وجو.

جاڏي ڪاڏي، آمريڪا ٿو وجي،
ايشيا سارو سراپا ٿو وجي،
ايترو سوچو ته ڇاڇا ٿو وجي،
حالتن جي ساز کي سمجهي وجو.
وقت جي آواز کي سمجهي وجو.

مغربي تهذيب جو اُپرنگ ڏسو
بُش جو الرنگ ڏسو، اُسرنگ ڏسو
دهشتي بارود جو اڏرن ڏسو
پُر خطرو پرواز کي سمجهي وجو
وقت جي آواز کي سمجهي وجو.

مُرڪي مُرڪي غمَ جا ڳوڙها پي ڇڏيو
پانهنجا جهيڙا جهتا نبيري ڇڏيو
دل جي دامن جا گريبان سي ڇڏيو
غير جي اغماز کي سمجهي وڃو
وقت جي آواز کي سمجهي وڃو.

بي خبر اي همنشينو هم نگر
عرض آهي مختصر ۽ مختصر
معتقد شهباز جا آهيو اگر
رُتبہ شهباز کي سمجهي وڃو
وقت جي آواز کي سمجهي وڃو.

ڪئين ڪيان مدهوش ڳالهين کي عيان
ٿي وڃن ڪنهن جي هٿان سنسر متان
شعر تو رومال م ويڙهي رکان
رمز کي ۽ راز کي سمجهي وڃو
وقت جي آواز کي سمجهي وڃو

پهربائين خود سنڀاليو هوش کي
پوءِ مياروُن ڏيو پلي مدهوش کي
ڪنهن ڇڏايو ڪالهہ آ سنتوش کي (※)
پنگ کي ايلاز کي سمجهي وڃو
وقت جي آواز کي سمجهي وڃو.
ساز ۽ ناساز کي سمجهي وڃو.

※ سنتوش لاڙڪاڻي جو هندو جنهن کي ڌاڙيل اغوا ڪري ويا هئا (ا س)

# ڀلايون ڀال مروندي

نشتر ناٿن شاهي

ويا ٿي زندگي جي غم ۾ هيٺان حال مروندي
ڪرم ڪر ٻي سهارن تي ڀلايون ڀال مروندي

ڪمي ٿي قدردانن جي ۽ ڪوٺي داد رس جي ٿي
وڏو ٿي قربدارن جو ويو آ ڪال مروندي.

اهائي آهي محرومي، اُهوئي بخت بگڙيل آ
سنڀاليندي سڄڻ توکي گذاريم سال مروندي.

وسيون "ٿر" توڙي "ڪاڇي" ۾ ٿين سوڪو پڇن اڪثر
ڏسون جيئن چانگ چيلن جا ۽ هرڻن ڇال مروندي.

"بربون" ٻولاهيون بگهڙن جي ڏسون ٿا درميان آخر
لڇون رک ديس جي ڏڻ جون ننگي ننگ پال مروندي

نگاهن تي پيون چاريون، لڳي ويا منڊ مرڪن تي
ڏٺي مون عشق وارن لاءِ اڊنگي ڇال مرندي

اچي دل ويئي گهيري ۾ نگاهن جي خدا بخشي
بچي بازن جي حملن کان چڙي هيءَ شال مروندي

نہ ازخود ماڙ ٿي مونتي نہ دانهن جو اثر ٿيو آ
اهوئي تنهنجي نشتر کي ڏنم ٻي حال مروندي.

## لڇپال سيوهاڻي

پروفيسر حقير سيوهاڻي

تنهنجي هر خاڪ جي ذري کي لعلڻ جانِ جان ڄاڻم
اوهانجي ياد کي مرشد حياتِ جاودان ڄاڻم

عليءَ جي آل تون آهين حُسيني لعل تون آهين
محمد جي گهراڻي جو اوهانکي باغبان ڄاڻم

پرين تو جهول سوالين جا سخي شهباز جو آهين
خدا جي ڪارخاني جو توکي روح روان ڄاڻم

تنهنجو انگاس اوچو عظمتن جو آهي آئينو
وطن جي فتح و نصرت جو بلند بالانشان ڄاڻم

تنهنجي روضي اقدس تي جهڪي عالم سمورو ٿو
بلاشڪ بيڪسن لئہ رحمتن جو آسمان ڄاڻم

تنهنجي درتي اسيرن جو اميندون رنگ لائن ٿيون
توکي رندن جو رهبر ۽ ولي حق آشنان ڄاڻم

وئي طوفان مان نکري جڏهن توکي پکاريو ٿم
قلندر تنهنجي نعري کي سدا وردِ زبان ڄاڻم

منهنجا جهويا جهريل ٻيڙي پُراڻي زور جو پاڻي
پنهنجي ڪمزور ڪشتيءَ لئہ اوهان کي بادبان ڄاڻم

امن ۽ آگهي هر سو قلندر تنهنجي نگريءَ م
نسيمِ سحر جو مرڪز حسيني گلستان ڄاڻم

تنهنجي روضي منور تي جا راحت آ ملي مونکي
خدا جائي تہ جنت کان سوايو آشيان جاتم

سموريءَ سنڌ ۾ صوفين ۽ درويشن جو ديرو آ
مگر توکي قلندر عظمتنِ ۾ لامکان جاتم

اوهانجي برڪتن سان ئي لڳي ٻيڙي ڪناري تي
وسيلو پنهنجي بخشش جو اوهانکي بي گمان جاتم

زماني جي هوائن کو نہ لوڏيو. منهنجي مسڪن کي
اوهان جي ذات کي هر دم سخي پير مغان جاتم

تنهنجي پيرين جي ڌڌڪن تي فرشتا عرش تي رقصان
گهڙين گهندن ۽ واڄن سان انوکو آستان جاتم

ڪئين نادر نوايا تو قلندر پنهنجي هشمت سان
سنگ ڪوئي علي صفدر ء شاهہ عارفان جاتم

پري دنيا ۾ مونکي عزيتون پنهنجن وٽان مليون
قلندر توکي هرهڪ موڙ تي ئي رازدان جاتم

جڏهن سڀ دوست گردش ۾ چڏي گهائل ٿيا راهي
خدا جو سنهن قلندر تنهنجي شفقت بيڪران جاتم

رهن رقصان هتي تا رند ۽ زاهد هڙئي يڪسر
شهنشاهہ تنهنجي نگري پاڪ کي شايان شانِ جاتم

روان روحانيت ۽ فيض جا دريا آهن جاري
قلندر صحنِ تنهنجو هو بهو جنت جيان جاتم

اڙي واعظ نہ ڏي. دڙڪا اسان هيڻن حقيرن کي
قلندر لعل کي هادي ۽ حامي بيڪسان جاتم

# عشق ۾ شهباز

ميرل جويو

اوهان جي عشق ۾ شهباز! هي ڪون ومڪان ڇاتم،
توهان ريءَ پاڻ کي بيڪار، بلڪل ناتوان ڄاتم.

هلي آئين تون مروند کان، اچي سنڌ ۾ ڇيو تو هيئن،
”پلي آ پونءِ هيءَ پنهنجي، هي پنهنجو آستان ”ڄاتم“.

لڳائي لئون جو لعلڻ! مون، اوهان سان آ عمر هن ۾،
تہ سچ پچ پاڻ کي جو پن وارو نوجوان ڄاتم.

قلندر! تنهنجي قربت ۾، هي ڪيڏو مرتبو مليو،
جو پنهنجو پاڻ کي اڄ، شاعرن جي درميان ڄاتم.

مونکي هئي ڪا، نہ ڪاڪائي، خبر هرگز زماني جي،
اوهان جي رهنمائيءَ ۾، زمين و آسمان ڄاتم.

جڏهن جو ديد واري تو، منهنجي دل جي دري کولي،
زمين جو هر ذرو ڄاتم، ۽ سارو هي جهان ڄاتم.

## سخي شهباز سيوهاڻي

مفتي خليل احمد جان

مَظهرِ نُورِ خُدا ۽ مصدر بحر هديٰ
مَنبعِ جُود و سخا ۽ مَرجعِ شاهہ وگدا
مَرکَزِ فيض و فَلاح و مَجمَعِ حِلم وحَيا
مَبدَءِ عِشقِ عُليٰ ۽ مَطلَعِ زُهد وضِياء

اَهل بَيتِ مُصطفيٰ آلِ عَلِيؑ المُرتَضيٰ
سو سخي شهباز سيوهاڻي قلندرِ کِبريا

آسمانِ عِلم وعِرفان جو ستارو دَرخَشان
۽ زمينِ ادب جو آهي گُل زَيبا نشان
داد رَس دِلگيرِ جو ۽ دَستگيرِ دوجَهان
رَنماءِ رَهبران ۽ پيشوا پيرِ مُغان

صاحِبِ صِدق و صَفا سَرکار سُرور اسخيا
سو سخي شهباز سيوهاڻي قلندر کبريا

لعل جنهن جو آ القاب سَيفُ لِلسَان وشَمس دِين
مُرشِد و مخدوم، مهدِي، مَہ لقاء وَ محيِ دين
شاهہ، شهباز و سخي، سيد، شهنشاهہ باليقين
مِير، مَروندي، مُنوّر، ثاني يوسُف حَسين

اِسم ٿيو عثمان عالي شان جنهنجو باضيا
سو سخي شهباز سيوهاڻي قلندر کبريا

آستاني تي اچي ابدال تا آڏو جهُکَن
اَليا، اوتار، سڀ نوبت بِڌي نينهون نِمَن

مَست تي مَئي عشق ۾ چائٽ اچي چشمئون چُمن
ڏُن ڏمالن جي بڏي علماء بہ اُچليو پوَنَ

هِي تصرُف ۽ تَوَجُھہ ڪنهن ڪيو آهي ڀلا؟
سو سخي شهباز سيوهاڻي قلندر ڪبريا.

دَر مَتي دردن ڀريا دانهن پيا دِل جان سان
حاجتون هَڙ ئي سنديون حاصل ٿين هِڪ آن سان
ڪو سُوالي ڪين خالي آ ويو، ايمان سان
مِهرباني مير مَروندي ڪري مِهمان سان

وقت جا والي ۽ وزراءِ جنهن اڳيان آهن جهُڪيا
سو سخي شهباز سيوهاڻي قلندر ڪبريا

وصف تَنهنجي "ويهڙائي" جا ڪري آخر ادا
بيدل، بيڪس، پتائي، سچل و سامي سدا
سي وجائي ويا هليا پر نينهن جي نوبت نِدا
خوش "خليل الاشرفي" خطرو نہ ڪر بهر خُدا

دين، دنيا جو هي داتا ۽ وسيلو واهِرا
سو سخي شهباز سيوهاڻي قلندر ڪبريا.

## منهنجو مرشد مست قلندر

شهيد غلام علي شاھ مخمور زيدي

قلندر لعل مروندي، فروغ نيرِ وحدت.
گلِ گلزار حضرت مرتضيٰ. الله ري عظمت.

سخي سر مست شاھِ اوليا عثمان علي ثاني.
بهارِ گلشنِ فطرت. سحابِ بارشِ رحمت.
منهنجو مرشد مست قلندر آ
هي هادي تن من اندر آ

هي رهبر راھ هدايت جو. ۽ مالڪ جود عنايت جو
هي صابر صبر قنايت جو. هي سرور آهِ سمندر آ
منهنجو مرشد مست قلندر آ

هي صاحب شرح شريعت جو. آ مالڪ ملڪ طريقت جو
۽ خضر آ ملڪ حقيقت جو. هي سرور شاھ سڪندر آ
منهنجو مرشد مست قلندر آ

هي رندن جو سردار ولي. آ عشق سراپا ذات جلي
آ ابنِ علي "مخمور" ولي. آ سيد. آل پيمبر آ
منهنجو مرشد مست قلندر آ

## اي پاڪ ذات ڪبريا !

شعبان بخت

اي پاڪ ذات ڪبريا، اي جان نواز جان فزا،
احد احد، صمد، صمد، ۽ لم يلد ولم يولد،
اي لايزال، لا مڪان، اي دوجهان جا پاسبان
آ توسان منهنجو دم قدم، اتر، دکن، پورب، پڇم،
قلندرم! قلندرم!! قلندرم!!

زمين چا، آسمان چا، ۽ ان جي درميان چا؟
جو ڪجهہ بہ آهي منهنجو آ، جو ڪل جهان، تنهنجو آ.
مان تنهنجو ٿي ويس تہ پوءِ، پري نہ ڪجهہ بہ مونکان ٿيو.
نہ تن بدن جي اوٽ ٿي، نہ موت سان ڪا موٽ ٿي،
ويس مان لعل گهوٽ ٿي، نغاري چوٽ ٿي اتم
قلندرم! قلندرم!! قلندرم!!

جمال آ، جمال آ، ڪمال آ، ڪمال آ،
جمال بي مثال آ، بيان ٿئي: محال آ،
مجال آ، جو چئي سگهان تہ توکي ڪئن ٿو مان پسان
تون نور آن، تون نور آن. تون ساهہ جو سرور آن!
پسيو پسان، پسيو نچان، نچيو نچان، ڪٿان نہ دم!
قلندرم! قلندرم!! قلندرم!!

نچان تہ ڪل جهان نچي، زمين نچي، زمان نچي
قمر ۽ ڪهڪشان نچي، ڪتي جو ڪاروان نچي،
رهان سدا ذمال ۾، سدائين اهڙي حال ۾،
ثنا ۾ تنهنجي ٿي فنا، لذي مون آ بقا بهم
قلندرم! قلندرم!! قلندرم!!

# تنهنجي مستانن جي آمد

اسحاق "راهي"

صحن تنهنجي تي فرشتن کي ڏسون ٿا صبح شام،
تنهنجي مرقد کي چمن حورن جون آسون ٿيون مدام.

خوبروئن جي هٿن ۾ ٿو رهي تنهنجو نظام،
تنهنجي مستانن جي آمد جو رکن ٿا اهتمام،
شهنشاهن کان مٿي ٿيو، تنهنجي در جو آ غلام،
وقت ٿو تنهنجي غلامي ڏئي، پري تنهنجو سلام.

1 - زندگي جي زندگي اي لال! تنهنجي آ نظر،
خضر جي طاقت بہ تنهنجي آڏو آهي بي اثر،
وقت کان اڳ ۾ اياري تو افق تي آ سحر،
الغرض، شمس و قمر تنهنجي ضيا جا منتظر،
تو شبِ يلدا کي بخشي روشنيءَ جي روشني،
نيم بسمل کي ڏني تو زندگي جي زندگي.

2- تنهنجي گلشن تي بهارن جون بهارون ٿيون اچن،
باغ جي شاخ و شجر تي رونقون اينديون رهن،
بلبلِ توحيد، گلزاريءَ تي نغمہ زن ٿين،
عندليب، خوشنوا گل جو سهارو ٿي وجن،
عاقبت رهجي اچي تنهنجي چمن جي هر طرح،
زندگي زنده رهي تنهنجي گلن جي هر طرح.

3 - شهران جو "راهي" جڻ سارو پرستان ٿو لڳي،
بارگاهہ – حسن گويا صحن ان جو ٿو رهي،
جڻ تہ حورن جو پيو درگاهہ تي لشڪر اچي،
خوبروئن سان ڏسو، ڪيئن خوبرو پيو ٿو نهي،
ايئن هلن هت آدمي، مهراڻ جي جڻ موج آ،
آسمان تي جڻ تہ ذرتيءَ کي مليو ڪو اوج آ.

## قلندر — (منقبت)

### هزارو خان "مجاهد"

پنجتن جا پيارا تون سخي شاهہ قلندر، توحيد رسالت جي تون ٿئي راهہ قلندر،
پرواز تنهنجو عرش تي واهہ واهہ قلندر، شب روز وسي تنهنجي ٿي درگاهہ قلندر،
سڀ تنهنجا نهن ٿا توکي سينگار قلندر
سلطان سخي سنڌ جا سردار قلندر.

تون آل حسيني، آ تنهنجو شان امامي، شهباز ڏني آهہ تو پنجتن جي غلامي،
موليٰ سان رهي تنهنجي ٿي گفتار ڪلامي، جو عرش تي ڪن ملڪ پيا تنهنجي سلامي،
لجپال لجادار اي ننگدار قلندر.
سلطان سخي سنڌ جا سردار قلندر.

مرون جو چڙي ملڪ تو هي سنڌ وسائي، ڇا شير ببر نر تو ڪئي آهہ ڪمائي،
جو سنڌ جي آهين تون ولين جي وڏائي، تو در تي ڏري روز نئين خلق خدائي،
پرپور سدا فيض جا پندار قلندر،
سلطان سخي سنڌ جا سردار قلندر.

تون مست سدا مست سخي لعل سيوهاڻي، تون لج رکين لعل تو لجپال سيوهاڻي،
دلگير دلين تو لهين حال سيوهاڻي، جو حال ڪري تنهن سان ڪرين پال سيوهاڻي،
دم دم ۾ ڪرين داد تو دلدار قلندر،
سلطان سخي سنڌ جا سردار قلندر.

جهر جهنگ وائي وات تنهنجي تات قلندر، هر دل ۽ زبان تي آ تنهنجي بات قلندر،
روضي ۾ عجب تنهنجي ڏينهن رات قلندر، رحمت جي وسي روز ٿي برسات قلندر،
گل هار چا گلزار چا هبڪار قلندر،
سلطان سخي سنڌ جا سردار قلندر.

وه واه عجب رنگ آ شهباز صحن تي، بي انت ڌمالن جا وڄن ساز صحن تي،
راحت ٿا ڏين روح کي آواز صحن تي، هر ڪنهن کي "مجاهد" ٿا ملن راز صحن تي،
جو دل کي وڻن تنهنجا تا ديدار قلندر،
سلطان سخي سنڌ جا سردار قلندر.

## قلندر مست!

هزارو خان "مجاهد"

تون مست قلندر لعل الا.
تون خاص ننگي ننگپال الا.

تون شير ببَر نَر شاهه. جلي،
پنجتن جو پيارو خاص دِلي،
تو ريءَ نہ ڪا ٻي آهه گلي:
ڪر حال تي پورل پال الا.

شهباز ستارو واه چوان،
تو عرش اتارو شاهه چوان،
چا تنهنجي اها ئي راهه چوان:
تون فيض سان مالا مال الا.

هند سند ۾ تنهنجو نام سخي،
تون نعره حيدر عام سخي،
تون عام کي ڏين پرجام سخي،
جو تو سان ڪري ڪو حال الا.

تون سند جو سهڻو ساهه سدا،
وه واهه ولين جو ماهه سدا،
چا تنهنجي عنايت آهه سدا،
تي سند متي صد سال الا.

مچ عرض "مجاهد" جو تون منا،
ڪر لعل حفاظت مهر وفا،
هيءَ سند امانت تنهنجي صفا:
رک سند سدا خوشحال الا.

## اسين سو وار نچنداسين

(قلندرانہ زمين ۾ چيل)

تاج صحرائي

ڪڏهن درنار نچنداسين ڪڏهن برخار نچنداسين
قلندر تنهنجي نگري، سرِ بازار نچنداسين.

قلندر تنهنجي نگري ۾ سرِ بازار نچنداسين
اسان جي انجمن آهي اسين سور وار نچنداسين.

جمال يار تان صدقي ڪمالِ يار تان قربان
اسين قربن ڪنل آهيون درو ديوار نچنداسين.

اسان جو عشق مذهب آ اسان ڪل خير جا قائل
ڪٿي گهنگرو ٻڌي ڇيربون اسين هر وار نچنداسين.

اسين سرمد ۽ دارا جا پيرو ۽ پيش رو آهيون.
اسين طالب، اسين مطلوب ٿي، سرشار نچنداسين.

حقيقت حال ڄاڻون ٿا مگر مستي ڪيو آ مست
ڇڏي سودو زبان جو فڪر ۽ وهنوار نچنداسين.

زبان ڪٽجي تہ ڪٽجي سر قلم ٿيندو تہ ڇا ٿيندو
ضميرِ آدميت کي ڪري بيدار نچنداسين.

اسين ابن مريم آهيون اسان سقراط پڻ آهيون
پيالو وهہ جو پيئنداسين چڙهي ڪنهن دار نچنداسين.

اسانجي خون جي سرخي چمن کي آبرو بخشي
اسان هر گام نچنداسين گل و گلزار نچنداسين.

اسان جي دم قدم سان "تاج" روشن هي جهان ٿيندو،
اهو هر دوست ودشمن سان ڪري اقرار نچنداسين.

# قلندر جو مشن

گل ٻرڙو

قلندر جو مشن اهو ئي تہ هو:
تہ سيوهڻ خرافات کان پاڪ ٿئي!
گناهن جي ديوي سڙي خاڪ ٿئي
پلي اهرمن خوب غمناڪ ٿئي
قلندر جو مشن اهوئي تہ هو!

متاهون هتي دينِ اسلام ٿئي
شريعت جو قانون هت عام ٿئي.
شريعت جي دشمن کي سرسام ٿئي.
قلندر جو مشن اهوئي تہ هو!

خدا جي عبادت جي ترويج ٿئي،
۽ للّٰه الفُت جي ترويج ٿئي،
محبت اخوت جي ترويج ٿئي،
قلندر جو مشن اهوئي تہ هو!

هتان ظلم، زوري عدم ٿي وڃي.
ٺڳي، ڌاڙ، چوري عدم ٿي وڃي.
هتان سينہ زوري عدم ٿي وڃي،
قلندر جو مشن اهوئي تہ هو!

# وهواهَ قلندر لعل

## مقصود گل

وهواهہ قلندر لعل سندءِ دربار وسي درگاهہ وسي،
هِن تنهنجي سنڌ سيپتا جي ڌرتي بہ وسي درياهہ وسي

چڏي مُلڪ مِنو مروند سندو پيوند ٻڌو تو پياريءَ سان،
سڪ سار سمايئہ سيني ۾ هن ڌرتيءَ راج دلاريءَ سان
تو سنڌڙيءَ ساڻ سلهاڙيو جو، سو ساهہ وسي ويساهہ وسي

هت درد پرئي هن دوزخ کي ڪنهن گلشن ۽ گلزار ڪيو
ڪنهن هوڏ هنود کي ماتِ ڏني ڪنهن مردودن تي مار ڪيو
جنهن ظلمُ ستم سنگسار ڪيو سا سوچ وسي ساچاهہ وسي.

انسان تہ هو پر شانُ سندس، بي سمجهن لئہ بي مانو هو،
بس نالي منجهہ نهال هيو، پر حال سندس بي ڳانو هو،
جنهن پنهنجن وانگر پيارُ ڏنس ساهيڄ وسي همراهہ وسي.

مخدوم بلاول گهاٽي ۾، ڪيئن، ڳات ڏنو ڳاراٽي ۾،
هت شاهہ عنايت ساهہُ ڏنو، منصور جيان هڪ ماٽي ۾،
جنهن انگ جلائي جوت ڏني، سو روپ وسي روپاهہ وسي.

## ثناءِ قلندر

محمد اشرف منصور دائود پوٽو

جهان ۾ چارسو آهي سدا وصف وثنا تنهنجي
مثالِ ابر باران دائما جو دوسخا تنهنجي.

مڪان ڪان لامڪان تڪ آ رسائي پيشو تنهنجي.
رضاءِ ايزدي لاريب تي آهي رضا تنهنجي.

تون سبط سرور ڪيوسين فرزند علي مولىٰ.
عظيم المرتبت والله ذات ڪبريا تنهنجي.

امام الوقت آهين بحر عرفان موجزن تو وٽ.
مثالِ روز روشن آ تجلي و ضيا تنهنجي.

تون رهبر هر ولي ڪامل ۽ مرشد طالب وزائي.
سدا اڪسير اعظم آ نگاهه ڪيميا تنهنجي.

هزارين منت ڪش هت سر تسليم خم آهن.
بصدق و عجز ڪن رياضت سخي صبح و شام تنهنجي.

سدائي وقت جا حاڪم سنڌ ءِ در خاڪ بوس آهن.
سلامي هر زمان ڪن ٿا اچي شاهه و گدا تنهنجي.

مساوات و اخوت جو ڏنو تو درس دنيا کي.
منور تا قيامت مشعل نور هدىٰ تنهنجي.

سنڌ ءِ ذات گرامي باعث صد فخر عالم آ.
خصوصاً سا ڪنان سنڌ تي لِطف و عطا تنهنجي.

يقيناً ختم آ منصور بس دور پريشاني.
طفيل حضرت مرشد تي پوري التجا تنهنجي.

# ملوڪن جو ميڙو

محمد خان مجيدي

هن شهر ۾ هو پاپ جو دستور پراڻو
سيوهڻ ۾ هتي ماس هو ماڻهن جو وڪاڻو
هو ڪونه جياپي جو هتي سات ستاڻو
هو راج جي راڻن جو هت ارٿ اڏاڻو
هت موت جو مهمان هو باغين جو گهراڻو
جي لعل هجي ها نه هتي تنهن جو نڪاڻو
هت ڪير رهي ها ۽ هتي ڪير اچي ها
ميڙو هي ملوڪن جو ڀلا ڪيئن مچي ها.

توحيد جو پرچار هتي ڪير ڪري ها
شهباز جو ڪردار هتي ڪير ڪري ها
پاڻي مان ڏڏ ڏار هتي ڪير ڪري ها
شيطان کي نروار هتي ڪير ڪري ها
سيوهڻ کي سگهادار هتي ڪير ڪري ها
مستن سان پڪو پيار هتي ڪير ڪري ها
جي تون نه هجين ها ته نڪو رنگ رچي ها
ميڙو هي ملوڪن جو ڀلا ڪيئن رچي ها.

جي تون نه هجين ها ته نڪي پينڊ پرن ها
جي تون نه هجين ها ته نڪي چنگ چرن ها
جي تون نه هجين ها ته نڪي ساز سرن ها
جي تون نه هجين ها ته نڪي ٻول ٻرن ها
جي تون نه هجين ها ته نڪي هوت هرن ها
جي تون نه هجين ها ته نڪي جهنگ جهرن ها
جي تون نه هجين ها ته رڳو ڪاچ ڪچي ها
ميڙو هي ملوڪن جو ڀلا ڪيئن رچي ها.

ڏاڍن کي هو مسڪين جي قرمار جو نيڪو
لوڪن هو لنگهيو دين ديا لج جو ليڪو.
هو ڪو نہ رهيو هوش حيا سوچ سليقو
هو ڪونہ ڪنهن ريت هتي ڏڻ ڏٿيڪو
شهزور جو ڪم زور تي هو شور ۽ شيڪو
تو لعل اچڻ سان ڏنو طور طريقو
نہ تہ خون هتي باهہ جي تاندن تي تچي ها
ميڙو هي ملوڪن جو پلا ڪيئن رچي ها.

جي تو نہ هجين هاتہ هي ميلو نہ هجي ها
بندر نہ هجي ها ۽ بتيلو نہ هجي ها
هي مال منو انب ۽ ڪيلو نہ هجي ها
گُر پير مها مير ۽ چيلو نہ هجي ها
پوڙهي سان ڪنو پُٽ پتيلو نہ هجي ها
رنگين فضا روح جو ريلو نہ هجي ها
سوچن ۾ صداقت ۽ سچائي نہ سچي ها
ميڙو هي ملوڪن جو پلا ڪيئن رچي ها.

اڳ ۾ جي اسان شهر جي عظمت تي لکون ها
هن شهر جي ماڻهن جي شرافت تي لکون ها
راڻن ۽ رهاڪن جي رفاقت تي لکون ها
مخدوم بلاول جي شهادت تي لکون ها
هر دور جي تڪليف ۽ آفت تي لکون ها
تاريخ تمدن ۽ ثقافت تي لکون ها
اڄ ڪين منجهون ها، نہ پوي ڏيهہ ڏچي ها
ميڙو هي ملوڪن جو پلا ڪيئن رچي ها.

# بحضور قلندر شهباز

پروانو ڀٽي

السلام اي سنڌڙي جا شهنشاهہ
السلام اي گودڙيءَ ۾ بادشاهہ
السلام اي معرفت جا تاجدار
السلام اي صاحبِ نوري نگاهہ.

سنڌ توتي آهي نازان اي فقير
تو اڳيان آهن گدا ڪيئي امير
راهہ حق ۾ تو ڪيا آهن اسير
دور ۾ ڪو نہ تنهنجو ڪو نظير
بيڪسن جو آهين تون پشت و پناهہ.

بندگي ڪي سان پنهنجو ريجهائي خدا
تو ڏسي مخلوق کي راهہ هدا
جي سنئون رستو ڇڏي پلجي ويا
سي وجي اوڙاهہ ۾ آخر پيا
تو غلط ڪنهن کي ٻڌائي ڪين راهہ.

توکي عالي ظرف و خوش اقبال چئون
پير و مرشد ۽ حسيني آل چئون
توکي مروندي منهہ هر حال چئون
سيٺ تا گڏجي مست جهولي لعل چئون
خوب آهہ تنهنجي قلندر بارگاهہ.

اي خدا جا دل گهريا شهباز ٻڌ
سنڌڙي پنهنجي جا ڪي آواز ٻڌ
توتي جيڪي ڪن سدائين ناز ٻڌ
تن جي دل جا ڪيئي آهن راز ٻڌ
تون ئي تن کي ڄاڻين تو روشن نگاهه.

سڪ منجهان پير طريقت السلام
واقف راز شريعت السلام
توتي سڀ ظاهر حقيقت السلام
خواب منهنجي جي حقيقت السلام
مون ڏنو جيڪو آهي بادشاهه!

## مسدس

دکي داﺋود سومرو

ڏسي ننگري قلندر تنهنجي باغ بوستان چاتم،
هي ديوانن، ملنگن، عاشقن جو آستان چاتم،
هزارين ۽ لکين چا پر لٽل سارو جهان چاتم ،
پسمي چمڪار روزي تي نظارو ڪهڪشان چاتم،
اچي هن عُرس اوهان جي ۾ خوشي وارو سمان چاتم،
اوهان جي ياد کي تڏهن حياتِ جاودان چاتم.

جڏهن ڪان آئين تو عثمان سيوهڻ گلستان آهي،
سنڌءِ آمد تہ سوني تي سُهاڳي وانگيان آهي،
سنڌءِ اُهجاڻ عظمت جو عقيدت مان عيان آهي،
اوهان جو مرتبو مرشد مٿانهن ڪان مٿان آهي،
هتي مُشرڪ بہ ڪيئي ٿيندي، مؤمن مسلمان چاتم،
اوهان جي ياد کي تڏهين حياتِ جا ودان چاتم.

اهو ثبوت ڪافي آ جو ست سئو سال کان پوءِ پي،
قلندر هن مهل تائين نہ تو جهڙو ٿيو ڪو پي،
گداگر بہ تونگر ٿيو تو در آيو هلي جو پي،
پري جنهن آمَتي تنهنجي قطب بنجي ويو سوپي،
شهنشاهت پسي هر دور جو شاهِ زمان چاتم،
اوهان جي ياد کي تڏهين حياتِ جاودان چاتم.

تون آن ناطق قرآن ۽ خالق اڪبر جو آواز آن.
اُڏامي تون ٿي عرشن ڪان بہ اڳتي ويندو شهباز آن.
حضوري حاضري خاطر ڪندو پلڪن ۾ پرواز آن.
ٻڌايئي وقت ڪان اڳ ۾ رباني ڄاڻندو راز آن.
اِها هُجت هلئين تو ڪي خدا جو راز دان ڄاتم.
اوهان جي ياد ڪي تڏهين حياتِ جا ودان ڄاتم.

سندءِ درگاهہ تي درويش اچن ماڻهو خدا ئي جا.
عرب، افغان ۽ ايران، هندستان ڪان پانڌيئڙا،
هتي هندو ۽ مسلم چا ٿين ٿا ختم سڀ ويڇا،
انڌا، منڊا، ننڍا، وڏڙا، جوان ۽ پيرسن پي چا.
مڙيوئي زائرينن جا پئي جذبا جوان ڄاتم،
اوهان جي ياد ڪي، تڏهين حياتِ جاودان ڄاتم.

جتي ترسئين اجا تائين اُهي آباد هن تڪيا.
سبق تن ڪي ڏنئہ جن گوشت انساني پئي وڪيا.
ضديرا زور ۽ رهزن بہ روزي وٽ رسي رُڪيا،
خودي وارا دُکي دائود هت جابر اچي جهڪيا.
هتي فرعون ۽ شداد ٿاني بي زبان ڄاتم.
اوهان جي ياد ڪي تڏهين حياتِ جاودان ڄاتم.

# قلندر کي پرکيو

رمضان ”راز“

پلي يار يارو قلندر کي پرکيو
نہ آهي خفيه نشانمبر کي پرکيو

پرو کو ڏوراپو قلندر اگهايو
ٿيا غرق غنڊا، غضنفر کي پرکيو

نوائي گنوائي چڙيا، سپ قلندر
سڄي سنڌ جي شهباز احمر کي پرکيو

امامت، سخاوت، ڪرامت، ۾ آهي
نہ واهڙ نہ ڪڙيو سمندر کي پرکيو

آ اُمت جو ساقي پياريندو سپ کي
علي جي جگر آب ڪوثر کي پرکيو

هو ڪربل ۾ حسنين جو ڪير ساٿي
هنيا تير ٿي ڪنهن؟ بهادر کي پرکيو

هيو طور تي ڪير ڪنهن ٿي ڳالهايو
چوڻ لن تراني جي قادر کي پرکيو

خليل پسر کي ڪرڻ وقت قربان
انهيءَ مهل شهباز حاضر کي پرکيو

سڃاڻو سيئي ٿا آ، هي ”راز“ ڏہرو
قلندر جي بلڪل ثناگر کي پرکيو.

# قلندر جي نگري

داڪٽر نواز علي شوق

متائي ٿي نفرت، قلندر جي نگري،
وڌائي ٿي الفت، قلندر جي نگري.

ڏئي روح راحت، قلندر جي نگري،
آ فرحت ئي فرحت، قلندرجي نگري.

بلاشڪ هتي ياڳ وارا اچن ٿا،
سراسر سعادت، قلندر جي نگري.

هتي نور ئي نور چوڏس ڏسون ٿا،
متائي ٿي ظلمت، قلندر جي نگري.

سئين واٽ ٿي گمراهن کي ملي هت،
ٿي شمع هدايت، قلندر جي نگري.

هتي حق ئي حق جو هل هلاچو،
بلاشڪ حقيقت، قلندر جي نگري.

مرادون ٿو مولىٰ پڄائي سڀن جون،
وڏو ڀاڳ، برڪت، قلندر جي نگري.

سچائي سندا نار هر دم وڄن ٿا،
سراسر حقيقت، قلندر جي نگري.

# قلندر ڪبريا آهي

پروفيسر امداد سروري

قلندر عشق وارن جي آهي پرواز ۾ شامل
قلندر حسن وارن جي حسين انداز ۾ شامل
قلندر مست ملنگن جي آهي آواز ۾ شامل
قلندر عاشق محبن جي وڄندڙ ساز ۾ شامل
قلندر وٽ دنيا جي درد وارن جي دوا آهي.
حقيقي عشق جو باني قلندر ڪبريا آهي.

قلندر عشق جي ڳاڙهي ڏسو پوشاڪ پاتي آ
قلندر عشق وارن جي اندر ۾ پاتي جهاتي آ
قلندر جي تہ قدمن ۾ فقيرن جي حياتي آ
قلندر جي ڪٿي ڏس خاڪ سيني سيني لاتي آ.
سموري سنڌ ۽ سيوهڻ ۾ قلندر جي سخا آهي
حقيقي عشق جو باني قلندر ڪبريا آهي.

قلندر جي محبت جي مقرر حد ڪانهي ڪا.
قلندر جي ڪرامت جي مقرر حد ڪانهي ڪا.
قلندر جي عبادت جي مقرر حد ڪانهي ڪا.
قلندر جي عنايت جي مقرر حد ڪانهي ڪا.
قلندر عشق محبت ۾ هميشہ مبتلا آهي،
حقيقي عشق جو باني قلندر ڪبريا آهي.

قلندر گل تيل چراغ منتن ۾ تہ ٻاري ٿو.
قلندر ٻڌل ماڻهن کي هٿن سان پاڻ تاري ٿو.

قلندر پاڻ پيمانا فقيرن کي پياري ٿو.
قلندر باس ڏينڊڙ ڏي کٽي نظرون نهاري ٿو.
ولي عارف، عالم فاضل وڏو هڪ اوليا آهي
حقيقي عشق جو باني قلندر ڪبريا آهي.

قلندر راز قدرت کان ته بلڪل باخبر آهي.
قلندر آل محمدؐ جي درخت جو ثمر آهي،
قلندر باغ رحمت ۾ ڪرم جو هڪ ڪکر آهي.
ستارا اوليا سيئي قلندر هڪ قمر آهي.
قلندر وٽ ڪرامت جي رکيل هڪڙي عصا آهي،
حقيقي عشق جو باني قلندر ڪبريا آهي.

حقيقي عشق جو بادل وسي ٿو شهر سيوهڻ ۾.
ڌمالون شعر وايون سڀ ٻڌي ٿو شهر سيوهڻ ۾.
سچي ميلي جو هي منظر ڏسي ٿو شهر سيوهڻ ۾.
قلندر روضي جي اندررهي هر وقت سيوهڻ ۾.
سوالين سائلن جو هي سچو هڪ رهنما آهي.
حقيقي عشق جو باني قلندر ڪبريا آهي.

اکين مان لڙڪ هاريندي اچي درتي چوي سيڪو.
اميدن جي چراغن کي ڪري روشن قلندر ٿو.
ڪشش ۽ ڪيفيت جو هت وڏو منظر آهي هوندو.
روحاني فيض قلندر کان آهي درگاهه ۾ ملندو.
قلندر درد وارن جي دلين کان آشنا آهي،
حقيقي عشق جو باني قلندر ڪبريا آهي.

هزارين رنگ هت آهن ته هر ڪنهنجي عبادت جا
تلاوت، نعرا ۽ ماتم التجا ۽ عقيدت جا.
وجن خوش ٿي هتان سي ٿا جيڪي ماريل مصيبت جا.
پاٽي پوشاڪ سيئي گل ڦٽي نڪتا حقيقت جا.

